# توحيد ۽ شرڪ

## قرآني آيتن جي روشني ۾

**ترتيب : المرڪز الاسلامي للبحوث العلمية ، ڪراتشي**

# اولياءُ الله جي محبت يا عبادت

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ مَنْ كَانَ عَدُوًّا لِجِبْرِيلَ فَإِنَّهُ نَزَّلَهُ عَلَى قَلْبِكَ بِإِذْنِ اللَّهِ مُصَدِّقًا لِمَا بَيْنَ يَدَيْهِ وَهُدًى وَبُشْرَى لِلْمُؤْمِنِينَ (٩٧) مَنْ كَانَ عَدُوًّا لِلَّهِ وَمَلَائِكَتِهِ وَرُسُلِهِ وَجِبْرِيلَ وَمِيكَالَ فَإِنَّ اللَّهَ عَدُوٌّ لِلْكَافِرِينَ﴾ (٩٨) (البقره) | (اي نبي! ﷺ) تون چئو تہ جيڪو جبريل جو دشمن آهي تہ پوءِ بيشڪ ان تنهنجي دل تي الله جو پيغام ان جي حڪم سان لاٿو آهي، جيڪو اڳين (نبين ۽ ڪتابن) جي تصديق ڪندڙ ۽ هدايت ۽ ايماندارن لاءِ خوشخبري آهي. (١) جيڪو دشمن آهي الله جو، فرشتن جو ۽ ان جي رسولن جو ۽ جبريل جو ۽ ميڪائيل جو، پوءِ بيشڪ الله ڪافرن جو دشمن آهي. (٢) |

تشريح: (١) حديثن ۾ آهي تہ ڪي يهودي علماء نبي ﷺ جن وٽ آيا ۽ چيائون تہ جيڪڏهن توهان اسان جي سوالن جا صحيح جواب ڏنا تہ اسان ايمان آڻينداسون، ڇو تہ نبي کان سواءِ ڪو بيو انهن سوالن جا جواب ڏيئي نہ ٿو سگهي. جڏهن پاڻ سڳورن انهن سوالن جا صحيح جواب ڏنا تہ انهن پڇيو تہ توهان تي وحي ڪير آڻيندو آهي؟ پاڻ سڳورن فرمايو: جبريل. يهودي چوڻ لڳا: جبريل تہ اسان جو دشمن

آهي، اهوئي تہ جنگ ۽ جهاد ۽ عذاب آڻيندو رهندو آهي. ۽ ان بهاني سان پاڻ سڳورن جي نبوت کان انڪار ڪيائون.
(ابن كثير وفتح القدير)

(٢) يهودي چوندا هئا تہ ميڪائيل اسان جو دوست آهي، الله تعالىٰ فرمايو: اهو سڀ منهنجا مقبول ٻانها آهن. جيڪو انهن جو يا انهن مان ڪنهن هڪ جو بہ دشمن آهي، اهو الله جو بہ دشمن آهي.

حديث ۾ آهي (مَن عَادٰى لِي وَلِيّاً فَقَد بَارَزَنِي بِالحَربِ) (صحيح البخارى كتاب الرقاق باب التواضع)

“جنهن منهنجي ڪنهن دوست سان دشمني رکي، ان مون سان اعلان جنگ ڪيو” يعني الله جي ڪنهن هڪ وليءَ سان دشمني سيني اولياءَالله سان بلڪ الله تعالىٰ سان بہ دشمني آهي. ان مان واضح ٿيو تہ اولياءَالله جي محبت ۽ ان جي تعظيم نهايت ضروري آهي، ۽ انهن سان بغض ۽ عناد ايڏو وڏو جرم آهي جو الله تعالىٰ ان جي خلاف اعلان جنگ فرمائيندو آهي. اولياءَالله ڪير آهن؟ ان جي لاءِ سوره يونس آيت (٦٢، ٦٣) ملاحظ ڪيو. ليڪن محبت ۽ تعظيم جو اهو مطلب هرگز نہ آهي تہ انهن جي مرڻ کان پوءِ انهن جي قبرن تي گنبد ۽ قبا ٺاهيا وڃن، سندن قبرن تي سالانہ عرسن جي نالي تي ميلن ٺيلن جو اهتمام ڪيو وڃي، سندن نالي جي نذر نياز ٻاسجي ۽ سندن قبرن کي غسل ڏنو وڃي ۽

متن چادرن چاڙهجن ۽ انهن کي حاجت روا، مشڪل ڪشا، نفعو ڏيندڙ ۽ نقصان رسائيندڙ سمجهيو وڃي، سندن قبرن تي هٿ ٻڌي بيهجي ۽ انهن جي چانٺ تي سجدو ڪيو وڃي وغيره. جيئن بدقسمتيءَ سان "اولياءالله جي محبت" جي نالي تي لات منات جو اهو ڪاروبار هلي رهيو آهي. حالانڪ اها "محبت" نہ آهي، سندن عبادت آهي، جيڪو شرڪ ۽ ظلم عظّيم آهي. الله تعالیٰ قبرن جي عبادت جي فتني کان محفوظ رکي.

## انبياء جي دعوت توحيد هئي

| | |
|---|---|
| ﴿أَمْ كُنْتُمْ شُهَدَاءَ إِذْ حَضَرَ يَعْقُوبَ الْمَوْتُ إِذْ قَالَ لِبَنِيهِ مَا تَعْبُدُونَ مِنْ بَعْدِي قَالُوا نَعْبُدُ إِلَهَكَ وَإِلَهَ آبَائِكَ إِبْرَاهِيمَ وَإِسْمَاعِيلَ وَإِسْحَاقَ إِلَهًا وَاحِدًا وَنَحْنُ لَهُ مُسْلِمُونَ﴾ (١٣٣)(البقره) | ڇا (سيدنا) يعقوب جي وفات وقت تون موجود هئين؟ جڏهن (١) ان پنهنجي اولاد کي چيو تہ منهنجي مرڻ کان پوءِ توهان ڪنهن جي عبادت ڪندا؟ سڀني جواب ڏنو تہ تنهنجي معبود ۽ تنهنجي ابن ڏاڏن ابراهيم (عليہ السلام) ۽ اسماعيل (عليہ السلام) ۽ اسحاق (عليہ السلام) جي معبود جي جيڪو اڪيلو آهي ۽ اسين ان جا ئي فرمانبردار آهيون. |

تشريح: (١) يهودين کي تنبيهہ ڪئي وڃي ٿي تہ توهان جيڪا دعویٰ ڪريو ٿا تہ ابراهيم ۽ يعقوب (عليهما السلام)

پنهنجي اولاد کي يهوديت تي قائم رهڻ جي وصيت فرمائي هئي، ڇا توهان انهيءَ وصيت جي وقت موجود هئا؟ جيڪڏهن اهي چون ته ها اسان موجود هئاسين ته اهو ڪوڙ ۽ بهتان ٿيندو ۽ جيڪڏهن چون ته اسان موجود نه هئاسين ته سندن مذڪوره دعوىٰ غلط ثابت ٿي. ڇو ته جيڪا انهن وصيت ڪئي هئي، اها هيءَ هئي ته اسلام تي هلندا، نه يهوديت يا عيسائيت يا وثنيت تي. سڀني نبين سڳورن جو دين اسلام ئي هيو. اگرچه شريعت ۽ طريقي ۾ ڪجھ اختلاف رهيو آهي. ان ڪي نبي ﷺ هنن لفظن ۾ بيان فرمايو آهي:

"الأنبياءُ اَولادُ علاّت اُمّهاتُهم شتّى ودينُهم واحدُ" (صحيح بخاری، ڪتاب الانبياء باب وَاذْكُرْ فِي الْكِتَابِ مَرْيَمَ إِذِ انْتَبَذَتْ مِنْ أَهْلِهَا)

**ترجمو:**

"يعني نبي سڳورن جي جماعت پاڻ ۾ پائر آهن، انهن جون مائرون مختلف (۽ پيءُ هڪ) آهي ۽ انهن جو دين هڪ ئي آهي."

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ إِنَّنِي هَدَانِي رَبِّي إِلَى صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ دِينًا قِيَمًا مِلَّةَ إِبْرَاهِيمَ حَنِيفًا وَمَا | چئو ته بيشڪ مون کي منهنجي پالڻهار سڌي واٽ ڏيکاري آهي،سڌي دين (جي واٽ) جيڪا |

| | |
|---|---|
| كَانَ مِنَ الْمُشْرِكِينَ (١٦١) قُلْ إِنَّ صَلَاتِي وَنُسُكِي وَمَحْيَايَ وَمَمَاتِي لِلَّهِ رَبِّ الْعَالَمِينَ (١٦٢) لَاشَرِيكَ لَهُ وَبِذَلِكَ أُمِرْتُ وَأَنَا أَوَّلُ الْمُسْلِمِينَ﴾ (١٦٣) (الانعام) | ابراهيم (عليہ السلام)جي ملت آهي، بلڪل هڪ طرفو هو ۽ مشرڪن مان نہ هو. چؤ تہ بيشڪ منهنجي نماز ۽ منهنجو جيئڻ ۽ منهنجو مرڻ خالص الله جهانن جي پالڻهارلاءِ آهي. ان جو ڪو شريڪ نہ آهي، مون کي ان جو ئي حڪم آهي ۽ آئون سيني کان اول مڃيندڙ آهيان. (١) |

تشريح: (١) توحيد الوهيت جي اها ئي دعوت سيني نبين ڏني آهي، جهڙي طرح هتي آخري پيغمبر جي زباني چوَرايو ويو تہ: "مون کي اهو ئي حڪم ڪيو ويو آهي ۽ آئون سيني کان اول مڃيندڙ آهيان."

بي هنڌ الله تعالىٰ فرمائي ٿو: "اسان توکان اڳ جيترا بہ پيغمبر موڪليا، سيني کي اها ئي وحي ڪئي سون تہ مون کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي، پوءِ توهان منهنجي ئي عبادت ڪريو." (الانبياء) جيئن سيدنا نوح عليہ السلام بہ اهو ئي اعلان فرمايو: ﴿وَأُمِرْتُ أَنْ أَكُونَ مِنَ الْمُسْلِمِينَ﴾(٧٢) (يونس)

سيدنا ابراهيم عليہ السلام جي باري ۾ آهي تہ جڏهن الله تعالىٰ ان کي چيو تہ اَسلِم (فرمانبردار ٿيءُ) تہ ان فرمايو: ﴿أَسْلَمْتُ لِرَبِّ الْعَالَمِينَ﴾(١٣١) (البقره) "آءُ رب العالمين لاءِ مسلمان يعني فرمانبردار ٿي ويس." سيدنا ابراهيم عليہ السلام ۽ سيدنا يعقوب عليہ السلام پنهنجي اولاد کي وصيت ڪئي تہ: ﴿فَلَا تَمُوتُنَّ إِلَّا وَأَنْتُمْ مُسْلِمُونَ﴾(١٣٢)(البقره) "توهان کي موت اسلام تي اچڻ گهرجي." سيدنا يوسف عليہ السلام دعا ڪئي ﴿تَوَفَّنِي مُسْلِمًا ﴾ (١٠١)(يوسف) "مون کي اسلام جي حالت ۾ دنيا مان اٿار." سيدنا موسىٰ عليہ السلام پنهنجي قوم کي چيو: ﴿فَعَلَيْهِ تَوَكَّلُوا إِنْ كُنْتُمْ مُسْلِمِينَ﴾ (٨٤)(يونس) "جيڪڏهن توهان مسلمان آهيو تہ الله تي ئي ڀروسو ڪريو." سيدنا عيسىٰ عليہ السلام جي حوارين چيو: ﴿وَاشْهَدْ بِأَنَّا مُسْلِمُونَ﴾(١١١)(المائده) ان طرح بين سيني نبين ۽ سندن مخلص پيروڪارن ان اسلام کي ئي چونڊيو، جنهن ۾ توحيد الوهيت کي بنيادي حيثيت حاصل آهي. البتہ ڪي شرعي حڪم هڪ ٻئي کان مختلف هئا.

## الله کي ئي پڪارڻ گهرجي

| | |
|---|---|
| ﴿وَإِذَا سَأَلَكَ عِبَادِي عَنِّي فَإِنِّي قَرِيبٌ أُجِيبُ دَعْوَةَ الدَّاعِ إِذَا | جڏهن منهنجا ٻانها منهنجي باري ۾ توهان کان پڇن تہ توهان چئو تہ آئون گهڻو ويجهو آهيان هر |

| | |
|---|---|
| دَعَانِ فَلْيَسْتَجِيبُوا لِي وَلْيُؤْمِنُوا بِي لَعَلَّهُمْ يَرْشُدُونَ﴾ (١٨٦) (البقره) | پڪاريندڙ جي پڪار کي جڏهن مون کي پڪارين تا قبول کريان ٿو، (١) پوءِ ٻانهن کي گهرجي تہ منهنجي ڳالهہ مڃين ۽ مون تي ايمان آڻين مَنَ اهي ڀلائي حاصل ڪن |

تشريح: (١) رمضان مبارڪ جي حڪمن احڪامن ۽ مسئلن جي درميان دعا جو مسئلو بيان ڪري اها ڳالهہ واضح ڪئي وئي تہ هن مبارڪ مهيني ۾ دعا جي وڏي فضيلت آهي، جنهن جو چڱيءَ طرح اهتمام ڪرڻ گهرجي. خاص ڪري افطاريءَ جي وقت ۾ دعا قبول ڪرڻ جو خاص وقت ٻڌايو ويو آهي. (مسند احمد، ترمذي، نسائي، ابن ماجه، بحواله ابن ڪثير) تنهن هوندي بہ دعا جي قبول ٿيڻ لاءِ ضروري آهي تہ انهن آدابن ۽ شرطن جو لحاظ رکيو وڃي، جيڪي قرآن ۽ حديث ۾ بيان ٿيل آهن، جن مان بہ هي بيان ڪيا ويا آهن: ١- الله تي صحيح معنىٰ ۾ ايمان. ٢- ان جي اطاعت ۽ فرمانبرداري ڪرڻ. ساڳيءَ طرح حديثن ۾ حرام خوراڪ کان بچڻ ۽ خشوع خضوع يعني عاجزي جي اهتمام ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي.

| | |
|---|---|
| ﴿لَهُ دَعْوَةُ الْحَقِّ وَالَّذِينَ يَدْعُونَ مِنْ | ان کي پڪارڻ برحق آهي (١) جيڪي ماڻهو ان کان سواءِ ٻين کي |

| | |
|---|---|
| دُونِهِ لَا يَسْتَجِيبُونَ لَهُمْ بِشَيْءٍ إِلَّا كَبَاسِطِ كَفَّيْهِ إِلَى الْمَاءِ لِيَبْلُغَ فَاهُ وَمَا هُوَ بِبَالِغِهِ وَمَا دُعَاءُ الْكَافِرِينَ إِلَّا فِي ضَلَالٍ﴾ (١٤)(الرعد) | پڪارين ٿا، اهي سندن ڪنهن پڪار جو جواب نہ ٿا ڏين مگر جيئن ڪو شخص پنهنجا هٿ پاڻي ڏانهن ڦهلائي تان تہ اهو (پاڻي) ان جي منهن تائين پهچي ۽ (اهڙي طرح) اهو پاڻي سندس منهن تائين پهچڻ وارو نہ آهي (٢) ۽ ڪافرن جي دعا ڪرڻ ۽ پڪارڻ رڳو گمراهي (يعني اجايو) آهي. |

**تشريح:** (١) يعني خوف ۽ اميد جي وقت ۾ ان هڪ الله کي پڪارڻ صحيح آهي ڇاڪاڻ تہ اهو ئي هر هڪ جي پڪار ٻڌي ۽ قبول فرمائي ٿو يا دعوت، عبادت جي معنىٰ ۾ آهي يعني سندس عبادت ڪرڻ حق ۽ صحيح آهي. ان ڪان سواءِ ڪو عبادت جو حقدار نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ ڪائنات جو خالق، مالڪ ۽ انتظام ڪندڙ صرف اهو ئي آهي ان ڪري عبادت بہ ان جو ئي حق آهي.

(٢) يعني اهي الله کي ڇڏي مدد لاءِ بين کي پڪارين ٿا، سندن مثال ائين آهي جيئن ڪو ماٿهو پري ڪان پاڻي ڏانهن پنهنجا ٻئي هٿ ڊگها ڪري پاڻيءَ کي چوي تہ تون منهن تائين پهچ. ظاهر ڳالهہ آهي تہ پاڻي بي جان شيءِ آهي، ان کي معلوم ئي نہ آهي تہ هٿ ڊگهيريندڙ همراهہ جي حاجت

ڪھڙي آھي ۽ نہ ان کي اھا خبر آھي تہ اھو مون کان پنھنجي منھن تائين پھچڻ جي تقاضا ڪري رھيو آھي ۽ نہ ان ۾ اھا طاقت آھي تہ پنھنجي جڳھ تان ھلي ان جي ھٿ يا منھن تائين پھچي. ساڳيءَ طرح مشرڪ الله کان سواءِ جن کي پڪارين ٿا، انھن کي نہ اھا خبر آھي تہ ڪو ڪين پڪاري رھيو آھي ۽ نہ ئي ڪين خبر آھي تہ ان جي حاجت ڪھڙي آھي ۽ نہ ان ئي حاجت ۽ ضرورت کي پورو ڪرڻ سندن طاقت ۽ وس جي ڳالھ آھي.

﴿وَلَا تَدْعُ مَعَ اللَّهِ إِلَهًا آخَرَ لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ كُلُّ شَيْءٍ هَالِكٌ إِلَّا وَجْهَهُ لَهُ الْحُكْمُ وَإِلَيْهِ تُرْجَعُونَ﴾(٨٨) (القصص)

ترجمو:

الله تعاليٰ سان گڏ ڪنھن ٻئي معبود کي نہ پڪار (١) ان کان سواءِ ڪو معبود نہ آھي، ان جي ذات (٢) کان سواءِ ھر شيءِ ھلاڪ ٿيندڙ آھي، ان جو حڪم آھي (٣) ۽ ان ڏانھن ئي توھان سڀ موٽايا ويندا. (٤)

تشريح: (١) يعني ڪنھن ٻئي جي ٻانھپ ۽ بندگي نہ ڪريو. نہ دعا جي ذريعي، نہ نذر نياز جي ذريعي، نہ ئي قربانيءَ جي ذريعي جو اھي سڀ عبادتون آھن جيڪي رڳو ھڪ الله لاءِ خالص آھن. قرآن مجيد ۾ ھر ھنڌ غير الله جي عبادت کي "پڪارڻ" چيو ويو آھي، جنھن جو مقصد ان ڳالھ جي وضاحت ۽ پڌرائي ڪرڻ آھي تہ غير الله کي مافوق الاسباب

يعني انهن کي الله تعالیٰ وانگر طاقت ۽ قوت جو مالڪ سمجهي پڪارڻ، انهن کان مدد طلب ڪرڻ ۽ فرياد ڪرڻ، انهن کان دعائون گهرڻ ۽ التجا ڪرڻ، اها سندن عبادت آهي جنهن جي ڪري انسان مشرڪ ٿئي ٿو.

(٢) اصل ۾ لفظ "وجهه" آهي، (ان جو منهن) ان مان مراد الله جي ذات آهي جنهن کي هتي "سندس چهرو" چيو ويو آهي. يعني الله کان سواءِ هر شيءِ هلاڪ ۽ فنا ٿيندڙ آهي ﴿كُلُّ مَنْ عَلَيْهَا فَانٍ (٢٦) وَيَبْقَى وَجْهُ رَبِّكَ ذُو الْجَلَالِ وَالْإِكْرَامِ﴾ (٢٧)(الرحمن)

(٣) يعني ان جو فيصلو، جيڪو اهو چاهي لاڳو ٿئي ٿو ۽ ان جو حڪم جنهن جو ارادو ڪري، هلي ٿو.

(٤) تان ته اهو نيڪن کي سندن نيڪين جو بدلو ۽ برن کي سندن مداين ۽ براين جي سزا ڏئي.

## تڪليف ٽاريندڙ رڳو الله جي ذات آهي

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ أَغَيْرَ اللَّهِ أَتَّخِذُ وَلِيًّا فَاطِرِ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَهُوَ يُطْعِمُ وَلَا يُطْعَمُ قُلْ إِنِّي أُمِرْتُ أَنْ أَكُونَ أَوَّلَ مَنْ أَسْلَمَ وَلَا تَكُونَنَّ مِنَ الْمُشْرِكِينَ (١٤) | تون چئو ته ڇا آئون الله کان سواءِ ٻين کي پنهنجو معبود بڻايان (١) جيڪو آسمانن ۽ زمين جو پيدا ڪندڙ آهي ۽ جيڪو کارائي ٿو پر کائي نه ٿو؟ چئو مون کي حڪم ڪيو ويو آهي ته آءُ سڀ کان پهريان اسلام قبول ڪريان ۽ |

| | |
|---|---|
| قُلْ إِنِّي أَخَافُ إِنْ عَصَيْتُ رَبِّي عَذَابَ يَوْمٍ عَظِيمٍ (١٥) مَنْ يُصْرَفْ عَنْهُ يَوْمَئِذٍ فَقَدْ رَحِمَهُ وَذَلِكَ الْفَوْزُ الْمُبِينُ (١٦) وَإِنْ يَمْسَسْكَ اللَّهُ بِضُرٍّ فَلَا كَاشِفَ لَهُ إِلَّا هُوَ وَإِنْ يَمْسَسْكَ بِخَيْرٍ فَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ (١٧) وَهُوَ الْقَاهِرُ فَوْقَ عِبَادِهِ وَهُوَ الْحَكِيمُ الْخَبِيرُ﴾ (١٨)(الانعام) | مشرڪن مان نہ ٿيان. تون چؤ تہ جيڪڏهن مان پنهنجي پالڻهار جي نافرماني ڪريان تہ هڪ عظيم ڏينهن جي عذاب کان ڊڄان ٿو. (٢)جنهن شخص تان ان ڏينهن جو عذاب ٽاريو ويو تہ بيشڪ ان تي ان (الله) رحم ڪيو ۽ اها پڌري ڪاميابي آهي. (٣)۽ جيڪڏهن الله توکي ڪا تڪليف پهچائي تہ ان کي ٽاريندڙ سواءِ الله جي ڪو ٻيو نہ آهي ۽ جيڪڏهن الله تعالیٰ توکي ڪو فائدو پهچائي تہ اهو هر شيءِ تي پوري قدرت رکندڙ آهي. (٤)۽ اهو پنهنجي ٻانهن تي غالب آهي (٥) ۽ اهو ئي وڏي حڪمت وارو ۽ پوري خبر رکندڙ آهي. |

**تشريح:** (١) "**ولي**" مان مراد هڪ معبود آهي، جيئن ترجمي ۾ واضح ڪيو ويو آهي. ۽ نہ تہ ٻين کي دوست بنائڻ جائز آهي.

(٢) يعني جيڪڏهن مون پنهنجي رب جي نافرماني ڪندي الله کي ڇڏي ڪنهن ٻئي کي معبود بڻايو ته آءُ به الله جي عذاب کان بچي نه سگهندس.

(٣) جيئن ٻي هنڌ فرمايائين ﴿فَمَنْ زُحْزِحَ عَنِ النَّارِ وَأُدْخِلَ الْجَنَّةَ فَقَدْ فَازَ﴾ (١٨٥)(آل عمران) جنهن شخص تان باهه جو عذاب ٽاريو ويو ۽ جنت ۾ داخل ڪيو ويو، اهو ڪامياب ٿيو، ڇاڪاڻ ته ڪاميابي نقصان کان بچڻ ۽ نفعو حاصل ڪرڻ جو نالو آهي ۽ جنت کان وڌيڪ ٻيو ڪهڙو نفعو ٿي سگهي ٿو؟

(٤) يعني نفعي نقصان جو مالڪ ۽ ڪائنات ۾ هر طرح جو عمل ڪندڙ صرف الله آهي ۽ ان جي حڪم ۽ فيصلي کي ڪو روڪيندڙ نه آهي. هڪ حديث ۾ هن مضمون کي هن طرح واضح ڪيو ويو آهي ته:

(اللّهُمَّ لَامَانِعَ لِمَا اَعطَيتَ وَلَا مُعطِيَ لِمَا مَنَعتَ وَلَايَنفَعُ ذَا الجَدِّ منكَ الجَدَّ)

(صحيح بخارى كتاب الاعتصام والقدر والدعوات، مسلم كتاب الصلواة والمساجد)

**ترجمو:**

نهن ڪي تون ڏئين ان ڪي ڪو روڪڻ وارو نه آهي ۽ جنهن ڪي تون روڪين ان ڪي ڪو ڏيڻ وارو نه آهي ۽ ڪنهن حيثيت واري کي ان جي حيثيت تنهنجي مقابلي ۾ ڪو فائدو نٿي پهچائي سگهي. نبي ﷺ هر نماز کان بعد اها دعا گهرندا هئا.

(٥) يعني سيني جا ڪنڌ ان جي سامهون جهڪيل آهن. وڏا وڏا جابر ۽ ظالم ماڻهو به ان جي سامهون بي وس ۽ هيٺا آهن. اهو هر شيءِ تي غالب آهي ۽ سموري ڪائنات ان جي فرمانبردار آهي. اهو پنهنجي هر ڪم ۾ داناءُ ۽ هر شيءِ کان باخبر آهي. ان کي معلوم آهي ته ان جي احسان ۽ بخشش جو حقدار ڪير آهي ۽ ڪير نه آهي.

(٦) يعني الله تعالىٰ ئي پنهنجي وحدانيت ۽ ربوبيت جو سڀ کان وڏو گواهه آهي. ان کان وڌيڪ ٻيو ڪو شاهد ۽ گواهه نه آهي.

(٧) ربيع بن انس چوي ٿو ته هاڻي جنهن وٽ به هيءُ قرآن پهچي جيڪڏهن اهو الله ۽ رسول ﷺ جو سچو فرمانبردار ۽ تابعدار آهي ته ان جي ذمي داري آهي ته اهو به ماڻهن کي الله تعالىٰ ڏانهن سڏي جيئن رسول الله ﷺ ماڻهن کي دعوت ڏيندا رهيا ۽ ائين انهن کي الله جي عذاب کان ڊيڄاري جيئن پاڻ سڳورا ڊيڄاريندا رهيا. (ابن ڪثير)

## مصيبت دور ڪندڙ رڳو الله تعالىٰ آهي

| | |
|---|---|
| ﴿وَلَا تَدْعُ مِنْ دُونِ اللَّهِ مَا لَا يَنْفَعُكَ وَلَا يَضُرُّكَ فَإِنْ فَعَلْتَ فَإِنَّكَ إِذًا مِنَ الظَّالِمِينَ (١٠٦) وَإِنْ يَمْسَسْكَ اللَّهُ بِضُرٍّ فَلَا | ۽ الله کان سواءِ انهن کي نه پڪار جيڪي توکي نه فائدو ڏين ٿا ۽ نه ئي نقصان پهچائين ٿا. پوءِ جيڪڏهن(ائين)ڪندين ته پوءِ بيشڪ تون ان وقت ظالمن مان |

| | |
|---|---|
| كَاشِفَ لَهُ إِلَّا هُوَ وَإِنْ يُرِدْكَ بِخَيْرٍ فَلَا رَادَّ لِفَضْلِهِ يُصِيبُ بِهِ مَنْ يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ وَهُوَ الْغَفُورُ الرَّحِيمُ﴿۱۰۷﴾ (يونس) | تيندين.(۱)۽ جيڪڏهن الله توکي ڪا تڪليف پهچائي ته ان کي ان کان سواءِ ڪو هٽائڻ وارو نه آهي (۲)۽جڪڏهن (الله) توکي ڪا ڀلائي پهچائي ته ان کي ڪو ٽارڻ وارو نه آهي. پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي ٿو (ڀلائي) پهچائي ٿو ۽ اهو بخشڻهار رحم ڪندڙ آهي. |

تشريح: (۱) يعني جيڪڏهن الله کي ڇڏي انهن معبودن کي پڪاريندين، جيڪي ڪنهن کي نفعو نقصان پهچائڻ جي سگهه نه ٿا رکن ته اهو ظلم ٿيندو. ظلم جي معنىٰ آهي: (وَضعُ الشَّيءِ فِي غَيرِ مَحلّه) (ڪنهن شيءِ کي ان جي اصل جاءِ تان هٽائي ٻي جاءِ تي رکڻ). عبادت جيئن ته رڳو الله تعالىٰ جو حق آهي جنهن پوري ڪائنات ناهي آهي ۽ زندگيءَ جا سڀ سببَ ۽ سامان اهوئي پيدا ڪري ٿو. پوءِ عبادت جي انهيءَ حقدار کي ڇڏي ڪنهن ٻئي غير حقدار جي عبادت ڪرڻ در اصل عبادت کي غلط جاءِ تي استعمال ڪرڻ آهي. انهيءَ ڪري شرڪ کي ظلم سان تعبير ڪيو ويو آهي. هتي به خطاب جيتوڻيڪ نبي ڪريم ﷺ کي آهي پر اصل مخاطب عام انسان ۽ امت محمدي ﷺ آهي.

(٢) "خير" (ڀلائي) کي هتي "فضل" انهيءَ ڪري چيو ويو آهي تہ الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن سان ڀلائي جو جيڪو معاملو ڪري ٿو، جيتوڻيڪ ٻانها ان جا حقدار نہ آهن، پر اهو ان جو رڳو فضل ۽ ٻاجھ آهي جو ماڻهن جي عملن کي ڇڏي انسانن تي رحم ۽ ڪرم ڪري ٿو.

## جن کي الله جو شريڪ بڻايو وڃي ٿو، اهي قيامت جي ڏينهن ڪم نہ ايندا

| | |
|---|---|
| ﴿إِلَيْهِ يُرَدُّ عِلْمُ السَّاعَةِ وَمَا تَخْرُجُ مِنْ ثَمَرَاتٍ مِنْ أَكْمَامِهَا وَمَا تَحْمِلُ مِنْ أُنْثَى وَلَا تَضَعُ إِلَّا بِعِلْمِهِ وَيَوْمَ يُنَادِيهِمْ أَيْنَ شُرَكَائِي قَالُوا آذَنَّاكَ مَا مِنَّا مِنْ شَهِيدٍ (٤٧) وَضَلَّ عَنْهُمْ مَا كَانُوا يَدْعُونَ مِنْ قَبْلُ وَظَنُّوا مَا لَهُمْ مِنْ مَحِيصٍ﴾(٤٨) | ان ڏانهن ئي موٽايو وڃي ٿو (١) قيامت جو علم ۽ جيڪي ميوا پنهنجن (مکڙين) مان نڪرن ٿا ۽ جيڪا مادي حمل سان ٿئي ٿي ۽ جيڪا اولاد اها ڄڻي ٿي، ان (الله) کي سڀ شيءِ جو علم آهي (٢) ۽ جنهن ڏينهن الله تعاليٰ انهن مشرڪن کي سڏي پڇندو تہ منهنجا شريڪ ڪٿي آهن؟ چوندا تہ اسان توکي عرض ڪيو تہ اسان مان ڪو ان جو گواھ نہ آهي. (٣)۽ اهي ان کان اڳ جن جي عبادت ڪندا هئا، سي انهن کان گم ٿي ويا(٤)۽ انهن سمجهي ورتو تہ هاڻي ڪين ڪو |

| (فصلت) | بچائڻ وارو نہ آهي. (٥) |
| --- | --- |

تشريح: (١) يعني الله کان سواءِ قيامت جي اچڻ جو ڪنهن کي علم نہ آهي، انهيءَ ڪري جڏهن سيدنا جبريل عليہ السلام نبي ڪريم ﷺ جن کان قيامت جي اچڻ جي باري ۾ پڇيو تہ پاڻ فرمايائون تہ:

مَا الْمَسئُولُ عَنهَا بِاَعلَمَ مِنَ السَّائِلِ (ان جي باري ۾ مون کي بہ ايترو علم نہ آهي جيترو توکي آهي، يعني آءُ توکان وڌيڪ نہ ٿو ڄاڻان) ٻي جاءِ تي الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ: ﴿إِلَى رَبِّكَ مُنْتَهَاهَا﴾ (٤٤)(النازعات) ﴿لَا يُجَلِّيهَا لِوَقْتِهَا إِلَّا هُوَ﴾(١٨٧)(الاعراف) يعني الله تعالىٰ کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي ان جو علم نہ آهي.

(٢) هي الله جي ڪامل ۽ مڪمل علم جو بيان آهي ۽ سندس ان صفت علم ۾ ڪو بہ شريڪ نہ آهي. يعني اهڙو ڪامل علم ڪنهن کي حاصل نہ آهي، تانجو نبين سڳورن کي بہ نہ آهي. انهن کي بہ ايترو ئي علم هوندو آهي جيترو الله تعالىٰ کين وحي جي ذريعي ڏيندو آهي ۽ وحيءَ جي ان علم جو تعلق بہ نبوت جي منصب ۽ ان جي تقاضائن کي ادا ڪرڻ سان هوندو آهي، نہ بين فنن ۽ معاملات جي باري ۾، ان ڪري ڪنهن بہ نبي ۽ رسول کي، چاهي اهو ڪيترو بہ وڏي شان وارو چو نہ هجي، عالم ماڪان ومايڪون (يعني هر شيءِ جيڪا آهي يا جيڪا ٿيندي، ان جو ڄاڻڻ وارو) چوڻ جائز نہ آهي، ڇاڪاڻ تہ اهو شان رڳو اڪيلي الله جو آهي ۽ ان جي

ئي صفت آهي، جنهن ۾ ڪنهن ٻئي کي شريڪ بڻائڻ شرڪ آهي.

(٣) يعني اڄ اسان مان ڪو شخص اهڙا ڳالهه مڃڻ لاءِ تيار نه آهي ته تنهنجو ڪو شريڪ ۽ ڀائيوار آهي.

(٤) يعني اهي هيڏانهن هوڏانهن ٿي ويا ۽ اسان جي گمان ۽ عقيدي جي ابتڙ انهن ڪنهن کي فائدو نه پهچايو.

(٥) اهو گمان يقين جي معنىٰ ۾ آهي. يعني قيامت جي ڏينهن اهي اهو يقين ڪرڻ تي مجبور ٿيندا ته ڪين الله جي عذاب کان بچائڻ وارو ڪو نه آهي، جيئن ٻئي هنڌ فرمايائين:

﴿وَرَأَى الْمُجْرِمُونَ النَّارَ فَظَنُّوا أَنَّهُمْ مُوَاقِعُوهَا وَلَمْ يَجِدُوا عَنْهَا مَصْرِفًا﴾(٥٣)(الكهف)

## جن کي الله جو ڀائيوار بڻائن ٿا، اهي قيامت جي ڏينهن ڪم نه ايندا

| | |
|---|---|
| ﴿هَلْ يَنْظُرُونَ إِلَّا تَأْوِيلَهُ يَوْمَ يَأْتِي تَأْوِيلُهُ يَقُولُ الَّذِينَ نَسُوهُ مِنْ قَبْلُ قَدْ جَاءَتْ رُسُلُ رَبِّنَا بِالْحَقِّ فَهَلْ لَنَا مِنْ شُفَعَاءَ فَيَشْفَعُوا | انهن ماڻهن کي ٻي ڪنهن ڳالهه جو انتظار نه آهي، مگر ان جي آخري نتيجي جو انتظار آهي، (١) جنهن ڏينهن ان جو آخري نتيجو پيش ٿيندو ته جيڪي ماڻهو ان ڏينهن ۾ الله کي وساري چڪا آهن چوندا ته واقعي اسان وٽ الله جا رسول سچيون ڳالهيون آڻي چڪا هئا. ڇا پوءِ هاڻي ڪو اسان جو |

| | |
|---|---|
| لَنَا أَوْ نُرَدُّ فَنَعْمَلَ غَيْرَ الَّذِي كُنَّا نَعْمَلُ قَدْ خَسِرُوا أَنْفُسَهُمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَا كَانُوا يَفْتَرُونَ﴾ (٥٣) (الاعراف) | سفارشي آهي، جيڪو اسان جي سفارش ڪري يا اسين واپس وجي سگهون تا تہ اسين انهن ڪمن جي ابتڙ جيڪي ڪندا هئاسين، ٻيا (نيڪ) ڪم ڪريون. بيشڪ انهن ماڻهن پاڻ کي نقصان ۾ وڌو ۽ اهي جيڪي ڳالهيون گهڙين ٿا، سي سڀ گم ٿي ويون. (٢) |

تشريح: (١) يعني اهي جنهن انجام جي انتظار ۾ آهن،اهو جڏهن سندن سامهون ايندو تہ پوءِ حق جو اعتبار ڪرڻ يا ٻيهر دنيا ۾ اچڻ جي آرزو ڪندا ۽ ڪنهن سفارشيءَ جي تلاش ۾ هوندا، مگر اهي سڀ ڳالهيون اجايون هونديون. اهي معبود بہ انهن کان گم ٿي ويندا، جن جي اهي الله کي ڇڏي عبادت ڪندا هئا، نہ اهي سندن مدد ڪري سگهندا ۽ نہ ئي سفارش ڪندا ۽ نہ ئي اهي ڪين جهنم کان ڇڏائي سگهندا.

(٢) قرآن مجيد ۾ هڪ ٻئي هنڌ دوزخين جي پڇتائڻ ۽ سندن ٻيهر دنيا ۾ اچڻ جي آرزوءَ جو بيان ڪرڻ کان پوءِ فرمايو ويو آهي تہ جيڪڏهن اسين واقعي سندن ان آرزو ۽ اميد کي پورو ڪريون ۽ کين ٻيهر دنيا ۾ موڪلي وري کين عمل ڪرڻ لاءِ مهلت ڏيون، تڏهن بہ اهي ئي وري ساڳيا ٻڇڙا ڪم

ڪندا، جيڪي اڳ ۾ ڪري چڪا هئا. اها آيت سڳوري هيءَ آهي: ﴿وَلَوْ رُدُّوا لَعَادُوا لِمَا نُهُوا عَنْهُ﴾(٢٨)(الانعام)

**جيڪڏهن انهن کي موٽايو وڃي تڏهن بہ اهي ئي ڪم ڪندا جن کان انهن کي منع ڪئي ويئي آهي.**

| | |
|---|---|
| ﴿وَمَنْ أَظْلَمُ مِمَّنِ افْتَرَى عَلَى اللَّهِ كَذِبًا أَوْ كَذَّبَ بِآيَاتِهِ إِنَّهُ لَا يُفْلِحُ الظَّالِمُونَ (٢١) وَيَوْمَ نَحْشُرُهُمْ جَمِيعًا ثُمَّ نَقُولُ لِلَّذِينَ أَشْرَكُوا أَيْنَ شُرَكَاؤُكُمُ الَّذِينَ كُنْتُمْ تَزْعُمُونَ (٢٢) ثُمَّ لَمْ تَكُنْ فِتْنَتُهُمْ إِلَّا أَنْ قَالُوا وَاللَّهِ رَبِّنَا مَا كُنَّا مُشْرِكِينَ (٢٣) انْظُرْ كَيْفَ كَذَبُوا عَلَى أَنْفُسِهِمْ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَا كَانُوا يَفْتَرُونَ﴾ (٢٤)(الانعام) | ۽ ان کان وڌيڪ بي انصاف ڪير آهي جيڪو الله تي ڪوڙ هڻي يا الله جي آيتن کي ڪوڙو چوي (١)اهڙن بي انصافن کي ڪاميابي حاصل نہ ٿيندي. (٢) ۽ اهو وقت بہ ياد ڪر جنهن ڏينهن سموري مخلوق کي گڏ ڪنداسين، پوءِ مشرڪن کي چونداسين تہ توهان جا اهي شريڪ، جن جي معبود هجڻ جي توهان دعوىٰ ڪندا هئا، ڪيڏانهن ويا؟پوءِ انهن جي شرڪ جو انجام ان کان سواءِ ڪجهہ نہ هوندو جو اهي چوندا تہ الله جو قسم! پنهنجي پالڻهار سان اسان شريڪ ڪندڙ نہ هئاسين. ڏس تہ انهن ڪيئن پاڻ تي ڪوڙ هنيو ۽ جيڪي ڪوڙ گهڙيندا هئا، سي |

| | |
|---|---|
| | سڀ انهن کان گم ٿي ويا. (٣) |

تشريح: (١) يعني جهڙي طرح ڪوڙ گهڙيندڙ (مثلاً نبوت جي ڪوڙي دعوىٰ ڪندڙ) سڀ ڪان وڏو ظالم آهي، اهڙيءَ طرح اهو بہ وڏو ظالم آهي جيڪو الله جي آيتن ۽ ان جي سچي رسول کي ڪوڙو ڪري. نبوت جي ڪوڙي دعوىٰ ڪرڻ تي ايتري سخت ڌمڪي ۽ عذاب جي وارننگ جي باوجود، هر دور ۾ ڪيترن ماڻهن نبوت جي دعوىٰ ڪئي آهي. اهڙيءَ طرح نبي ڪريم ﷺ جي هيءَ گوئي سچي ثابت ٿي تہ "ٽيهہ دجال پيدا ٿيندا. هر هڪ اها دعوىٰ ڪندو تہ اهو نبي آهي." گذريل صديءَ ۾ قاديان جي هڪ شخص نالي مرزا غلام احمد نبيءَ هجڻ جي دعوىٰ ڪئي. ۽ اڄ ان جا پيروي ڪندڙ ان کي ان ڪري سچو نبي ۽ ڪي ڪيس مسيح موعود مڃين ٿا جو ڪيس ماڻهن جي هڪ قليل تعداد نبي مڃي ٿي. حالانڪ ڪنهن ڪوڙي کي ڪن ماڻهن جو سچو مڃڻ ان جي سچائيءَ جي حجت ۽ دليل نہ ٿو ٿي سگهي. ڪنهن ڳالهہ جي سچي هجڻ لاءِ تہ قرآن ۽ حديث جي پڌرن ۽ واضح دليلن جي ضرورت آهي.

(٢) جڏهن اهي ٻئي ظالم آهن تہ نہ ڪوڙ مڙهيندڙ ڪامياب ٿيندو ۽ نہ ڪوڙ ڪندڙ. انهيءَ ڪري ضروري آهي تہ هر هڪ پنهنجي انجام ۽ عاقبت تي چڱيءَ طرح غور ڪري.

(٣) ليڪن اتي يعني قيامت جي ڏينهن انهيءَ پڌري ڪوڙ جو فائدو نہ ٿيندو، جيئن دنيا ۾ ڪڏهن ڪڏهن انسان ائين محسوس ڪندو آهي. ساڳيءَ طرح سندن باطل معبودَ بہ جن کي اهي الله جو شريڪ ۽ پنهنجو حمايتي ۽ مددگار ۽ سفارشي سمجهن ٿا، غائب ٿي ويندا ۽ اتي انهن جي نهرايل پائيوارن ۽ شريڪن جي اصل حقيقت واضح ٿي ويندي. پر اتي انهيءَ گناهہ جي اصلاح ۽ پورائي ڪرڻ جي ڪا صورت نہ ہوندي.

| | |
|---|---|
| ﴿وَيَوْمَ نَحْشُرُهُمْ جَمِيعًا ثُمَّ نَقُولُ لِلَّذِينَ أَشْرَكُوا مَكَانَكُمْ أَنْتُمْ وَشُرَكَاؤُكُمْ فَزَيَّلْنَا بَيْنَهُمْ وَقَالَ شُرَكَاؤُهُمْ مَا كُنْتُمْ إِيَّانَا تَعْبُدُونَ (٢٨) فَكَفَى بِاللَّهِ شَهِيدًا بَيْنَنَا وَبَيْنَكُمْ إِنْ كُنَّا عَنْ عِبَادَتِكُمْ لَغَافِلِينَ (٢٩) هُنَالِكَ تَبْلُو كُلُّ نَفْسٍ مَا أَسْلَفَتْ | ۽ اهو ڏينهن ذڪر جوڳو آهي جنهن ڏينهن اسين انهن سڀني کي جمع ڪنداسون (١) پوءِ انهن ماڻهن کي چونداسين جن شرڪ ڪيو تہ توهان ۽ توهان جا شريڪ پنهنجي جاءِ تي بيهو (٢) پوءِ اسين سندن درميان ڦوٽ وجهي ڇڏينداسون. (٣) ۽ سندن اهي شريڪ چوندا تہ توهان اسان جي عبادت نہ ڪندا هئا. پوءِ اسان جي ۽ توهان جي درميان الله گواهہ ڪافي آهي، بيشڪ اسين توهان جي عبادت کان بي خبر هئاسون. (٤) انهيءَ هنڌ هر شخص پنهنجن اڳ ڪيل ڪمن |

| | |
|---|---|
| وَرُدُّوا إِلَى اللَّهِ مَوْلَاهُمُ الْحَقِّ وَضَلَّ عَنْهُمْ مَا كَانُوا يَفْتَرُونَ﴿ (٣٠)(يونس) | جي جانچ پڙتال ڪندو (٥) ۽ اهي ماڻهو الله ڏانهن جيڪو سندن حقيقي مالڪ آهي، موٽايا ويندا ۽ جيڪو ڪوڙ اهي ٻڌن ٿا، اهو سڀ انهن کان غائب ٿي ويندو. (٦) |

تشريح:(١) يعني دنيا ۾ سندن درميان جيڪي خصوصي لاڳاپا آهن، اهي ختم ڪيا ويندا ۽ اتي اهي هڪ ٻئي جا دشمن ٿي ويندا ۽ سندن ٺهرايل معبود هن ڳالهه جو ئي انڪار ڪندا تہ اهي ماڻهو انهن جي عبادت ڪندا هئا. انهن کي مدد لاءِ پڪاريندا هئا، انهن جي نالن جي نذر نياز ڏيندا هئا.

(٢) اهو انڪار جو سبب آهي تہ اسان کي تہ ڪجهہ بہ معلوم نہ آهي تہ توهان ڇا ڪري رهيا هئا. جيڪڏهن اسين ڪوڙ ڳالهايون ٿا تہ اسان جي ۽ اوهان جي درميان الله تعالىٰ گواهہ ڪافي آهي. ان جي گواهيءَ کان بعد ڪنهن ٻئي ثبوت جي ڪا ضرورت ئي باقي نٿي رهي. هيءَ آيت هن ڳالهہ جي بابت پڌري نص ۽ وضاحت آهي تہ مشرڪ جن کي مدد لاءِ پڪارين ٿا، اهي رڳو پٿرن جون مورتيون نہ آهن (جيئن اڄ ڪلهہ ڪي قبر پرست پنهنجي قبر پرستيءَ کي جائز ثابت ڪرڻ لاءِ چون ٿا تہ هن قسم جون آيتون تہ بتن جي لاءِ آهن) بلڪ اهي عقل ۽ سمجهہ رکندڙ ماڻهو ئي هوندا آهن، جن

جي مرڻ کان بعد ماڻهن انهن جا مجسما ۽ بتَ ٺاهي ڪين پوڄڻ شروع ڪن ٿا. جيئن سيدنا نوح عليہ السلام جي قوم جي طرز عمل مان بہ ثابت آهي جنهن جي وضاحت صحيح بخاري شريف ۾ موجود آهي. پڻ اهو بہ معلوم ٿيو تہ مرڻ کان بعد انسان ڪيترو بہ نيڪ چو نہ هجي تانجو نبي ۽ رسول چو نہ هجي، ان کي دنيا جي حالتن جو علم نہ هوندو آهي. رڳو انهن جا پيروڪار ۽ عقيدتمند خواهہ مخواهہ انهن کي مدد جي لاءِ پڪارين ٿا. سندن نالي جي نذر ۽ نياز پيش ڪن ٿا، سندن قبرن تي ميلن ٺيلن جو انتظام ڪن ٿا. مگر اهي (ڪوڙا معبود انهن سيني ڳالهين کان) بي خبر هوندا آهن ۽ حشر جي ميدان ۾ اهي انهن سيني شين جو انڪار ڪندا. اها ئي ڳالهہ سورة احقاف آيت نمبر:٦،٥ ۾ بيان ڪئي وئي آهي.

| | |
|---|---|
| ﴿وَيَوْمَ يَقُولُ نَادُوا شُرَكَائِيَ الَّذِينَ زَعَمْتُمْ فَدَعَوْهُمْ فَلَمْ يَسْتَجِيبُوا لَهُمْ وَجَعَلْنَا بَيْنَهُمْ مَوْبِقًا﴾(٥٢) (الڪهف) | ۽ جنهن ڏينهن اهو فرمائيندو تہ توهان جي خيال ۾ منهنجا جيڪي شريڪ هئا، انهن پڪاريو. اهي انهن کي پڪاريندا پر انهن مان ڪو بہ جواب نہ ڏيندو. انهن جي درميان اسين هلاڪت جو سامان ڪنداسون. (١) |

تشريح: (١) اصل لفظ استعمال ٿيو آهي "موبق" (پردو ۽ آواز) يعني انهن جي درميان پردو ۽ فاصلو قائم ڪيو ويندو. چاڪاڻ ته انهن جي درميان پاڻ ۾ دشمني قائم ٿيندي. تان ته محشر جي ميدان ۾ پاڻ ۾ ملي نه سگهن. ڪي چون ٿا ته اها جهنم ۾ پونءِ ۽ رت جي هڪ خاص ماتري آهي ۽ ڪن ان جو ترجمو "هلاڪ ڪندڙ" ڪيو آهي جيئن ترجمي مان واضح آهي. يعني اهي مشرڪ ۽ انهن جا ٺهرايل معبود، هڪ ٻئي سان ملي نه سگهندا، چاڪاڻ ته سندن سامهون هلاڪت جو سامان ۽ هولناڪ شيون هونديون.

| | |
|---|---|
| ﴿أَفَمَنْ وَعَدْنَاهُ وَعْدًا حَسَنًا فَهُوَ لَاقِيهِ كَمَنْ مَتَّعْنَاهُ مَتَاعَ الْحَيَاةِ الدُّنْيَا ثُمَّ هُوَ يَوْمَ الْقِيَامَةِ مِنَ الْمُحْضَرِينَ (٦١) وَيَوْمَ يُنَادِيهِمْ فَيَقُولُ أَيْنَ شُرَكَائِيَ الَّذِينَ كُنْتُمْ تَزْعُمُونَ (٦٢) قَالَ الَّذِينَ حَقَّ عَلَيْهِمُ الْقَوْلُ رَبَّنَا هَؤُلَاءِ الَّذِينَ | ڇا اهو شخص جنهن سان اسان چڱو وعدو ڪيو آهي، جو ان کي يقينًا لهڻ وارو آهي، ان شخص وانگر ٿي سگهي ٿو جنهن کي اسان دنيا جي حياتيءَ ۾ (معمولي) فائدو ڏنو آهي؟ پوءِ قيامت جي ڏينهن اهو (دوزخ ۾) حاضر ڪيو ويندو. (١)۽ انهيءَ ڏينهن (الله تعالىٰ) کين پڪاريندو پوءِ چوندو ته ڪٿي آهن توهان جا اهي معبود جن کي توهان (الله جا) ڀائيوار ڀائيندا هئا؟. (٢)چوندا اهي (٣) جن تي (عذاب جي) ڳالهه ثابت |

أَغْوَيْنَا أَغْوَيْنَاهُمْ
كَمَا غَوَيْنَا تَبَرَّأْنَا
إِلَيْكَ مَا كَانُوا إِيَّانَا
يَعْبُدُونَ (٦٣) وَقِيلَ
ادْعُوا شُرَكَاءَكُمْ
فَدَعَوْهُمْ فَلَمْ
يَسْتَجِيبُوا لَهُمْ وَرَأَوُا
الْعَذَابَ لَوْ أَنَّهُمْ
كَانُوا يَهْتَدُونَ
(٦٤) وَيَوْمَ يُنَادِيهِمْ
فَيَقُولُ مَاذَا أَجَبْتُمُ
الْمُرْسَلِينَ (٦٥)
فَعَمِيَتْ عَلَيْهِمُ الْأَنْبَاءُ
يَوْمَئِذٍ فَهُمْ لَا
يَتَسَاءَلُونَ (٦٦)
فَأَمَّا مَنْ تَابَ وَآمَنَ
وَعَمِلَ صَالِحًا
فَعَسَى أَنْ يَكُونَ مِنَ
الْمُفْلِحِينَ﴾(٦٧)
(القصص)

تي چڪي آهي، پالڻھار اسان جا! هي
آهن جن کي اسان گمراھ ڪيو، (٤)
ڪين گمراھ ڪيوسون، جيئن اسين
(پاڻ) گمراھ ٿياسون. (٥) جن جي
اهي عبادت ڪندا هئا (٦) اسين تو
وٽ ان کان بيزاري ظاهر ڪيون ٿا.
(٧)۽ چيو ويندو تہ پڪاريو پنهنجي
شريڪن کي، (٨) پوءِ اهي انهن کي
پڪاريندا تہ اهي سندن پڪار نہ ٻڌندا
۽ عذاب ڏسندا (٩) (تہ چوندا تہ)
جيڪر اهي هدايت جي واٽ وٺن ها.
(١٠)۽ (قيامت جي) ڏينهن ڪين
پڪاريندو پوءِ (مشرڪن کي) چوندو
تہ توهان رسولن کي ڪهڙو جواب
ڏنو. (١١)پوءِ انهيءَ ڏينهن انهن تي
خبرون ڳجهيون ٿي وينديون، پوءِ
اهي هڪ ٻئي کان سوال بہ نہ ڪري
سگهندا. (١٢)باقي رهيا اهي جن توبہ
ڪئي ۽ ايمان آندائون ۽ چڱا ڪم
ڪيائون تہ ويجهو آهي تہ اهي
ڪاميابي حاصل ڪرڻ وارن مان

| تين. (١٣) | |
|---|---|

تشريح: (١) يعني سزا ۽ عذاب جو حقدار تيندو. مطلب هي آهي تہ ايمان وارا الله تعاليٰ جي وعدي مطابق جنت جي نعمتن کان بهرو حاصل ڪندا ۽ نافرمانن کي عذاب ڀوڳڻو پوندو. ڇا انهن ٻنهي قسم جا ماڻهو برابر ٿي سگهن ٿا؟.

(٢) يعني اهي بت يا ماڻهو جن کي توهان دنيا ۾ منهنجي الوهيت ۽ ربوبيت ۾ شريڪ ۽ ڀائيوار ڀائيندا هئا ۽ ڪين مدد لاءِ پڪاريندا هئا ۽ انهن جي نالي جي نذر نياز ڏيندا هئا، اڄ ڪٿي آهن؟ ڇا اهي توهان جي مدد ڪري سگهن ٿا؟ ۽ توهان کي منهنجي عذاب کان بچائي سگهن ٿا؟ ڏمڪيءَ طور الله تعاليٰ ڪين ائين چوندو. نہ تہ اتي الله تعاليٰ جي سامهون ڪنهن کي ساهہ چورڻ ۽ چون ڪرڻ جي مجال ٿيندي؟ اهوئي مضمون الله تعاليٰ سوره انعام آيت نمبر ٩٤ ۾ ٻين جاين تي بيان فرمايو آهي.

(٣) يعني جيڪي الله جي عذاب جا لائق ٿي چڪا هوندا، مثلاً سرڪش شيطان، ڪفر ۽ شرڪ جا داعي ۽ اڳواڻ، اهي چوندا.

(٤) اهو جاهل عوام ڏانهن اشارو آهي جن کي ڪفر جي اڳواڻن ۽ شيطانن گمراهہ ڪيو هو.

(٥) يعني اسين پاڻ بہ گمراهہ هئاسون ۽ گڏوگڏ هنن کي بہ گمراهہ ڪيوسون. مطلب هي آهي تہ اسان انهن تي ڪو

زبردستي نہ ڪيو هو، رڳو اسان جي اشاري تي هنن پاڻ گمراهي اختيار ڪئي.

(٦) يعني اسين انهن کان بيزار ۽ لاتعلق آهيون. اسان جو انهن سان ڪو واسطو ۽ تعلق نہ آهي. يعني اتي تابعداري ڪندڙ ۽ جن جي تابعداري ڪئي وجي ٿي، چيلا، مريد ۽ پير مرشد سڀ هڪ ٻئي جا دشمن هوندا.

(٧) بلڪ در حقيقت پنهنجين خواهشن جي پيروي ڪن ٿا، يعني سندن اهي ٺهرايل معبود جن جي ماڻهو دنيا ۾ عبادت ڪن ٿا، ان ڳالهہ کان ئي انڪار ڪندا تہ ماڻهو سندن ڪا عبادت ڪندا هئا. هن مضمون کي قرآن مجيد ۾ ڪيترن هنڌن تي بيان ڪيو ويو آهي، مثلاً: سورة الانعام-٩٤، سورة مريم-٨١. ٨٢، سورة الاحقاف-٥. ٦، سورة العنكبوت-٢٥، سورة البقرة-١٦٦. ١٦٧، وغيرها من الآيات.

(٨) يعني انهن کان مدد طلب ڪريو، جهڙي طرح دنيا ۾ توهان مدد طلب ڪندا هئا. ڇا اهي توهان جي مدد ڪن ٿا. پوءِ اهي ڪين پڪاريندا مگر اتي ڪنهن جي اها جرئت هوندي جو چوي تہ ها اسان توهان جي مدد ڪريون ٿا.

(٩) يعني يقين ٿيندن تہ اسان سڀ جهنم جو ٻارڻ ٿيڻ وارا آهيون.

(١٠) يعني عذاب ڏسڻ کان بعد آرزو ڪندا تہ ڪاش دنيا ۾ هدايت جي واٽ ونون ها تہ اڄ انهيءَ خراب حشر ۾ ٻيجڙي

عاقبت ڪان بچي وجون ها. (سورة الڪهف: ٥٢. ٥٣، ۾ بہ اهو مضمون بيان ڪيو ويو آهي)

(١١) هن ڪان اڳين آيتن ۾ توحيد جي باري ۾ سوال هو. هي ٻيو اعلان رسالت جي باري ۾ آهي، يعني اسان توهان ڏانهن رسول موڪليا هئا، انهن سان توهان ڪهڙو معاملو ڪيو؟ انهن جي دعوت قبول ڪئي يا نہ؟ جيئن قبر ۾ سوال ٿيندو آهي تہ توهان جو رب ڪير آهي؟ توهان جو رسول ڪير آهي؟ توهان جو دين ڪهڙو آهي؟ مؤمن تہ صحيح جواب ڏيندو آهي. پر ڪافر چوندو آهي تہ: هَاه هَاه لَاَادري (مون کي تہ ڪا خبر نہ آهي) اهڙيءَ طرح قيامت جي ڏينهن ڪين ان سوال جو ڪو جواب سمجهہ ۾ نہ ايندو. ان ڪري اڳتي بيان فرمايائين تہ مٿن سموريون خبرون ڳجهيون ٿي وينديون، يعني اهي عقل جا انڌا ٿي ويندا. ڪو دليل ڪين نہ سمجهہ ۾ نہ ايندو جيڪو پيش ڪري سگهن. هتي "دليلن" کي "خبرون" چيو ويو آهي، جنهن ۾ ان ڳالهہ ڏانهن اشارو آهي تہ سندن باطل عقيدن لاءِ وٽن ڪو دليل آهي ئي ڪونہ. رڳو قصا ۽ حڪايتون اٿن جيئن اڄ بہ قبرپرستن وٽ هٿ نوڪين ڪرامتن جي قصن ڪان سواءِ ڪجهہ نہ آهي.

(١٢) چاڪاڻ تہ انهن کي يقين ٿي چڪو هوندو تہ سڀ دوزخ ۾ داخل ٿيڻ وارا آهن.

(١٣) يعني الله تعالىٰ مالڪ مختيار ڪل آهي، ان جي مقابلي ۾ ڪنهن کي ڪو اختيار ئي نہ آهي. ڪٿي جو ڪو مختار ڪل هجي.

## جڏهن سخت پريشاني هوندي آهي، تہ مشرڪ بہ الله کي پڪاريندا آهن

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ أَرَأَيْتَكُمْ إِنْ أَتَاكُمْ عَذَابُ اللَّهِ أَوْ أَتَتْكُمُ السَّاعَةُ أَغَيْرَ اللَّهِ تَدْعُونَ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ (٤٠) بَلْ إِيَّاهُ تَدْعُونَ فَيَكْشِفُ مَا تَدْعُونَ إِلَيْهِ إِنْ شَاءَ وَتَنْسَوْنَ مَا تُشْرِكُونَ﴾(٤١) (الانعام) | تون چؤ تہ پنهنجو حال ٻڌايو تہ جيڪڏهن توهان تي الله جو عذاب اچي يا توهان تي قيامت قائم ٿئي ٿي چا الله کان سواءِ ڪنهن ٻئي کي پڪاريندا؟ جيڪڏهن توهان سچا آهيو بلڪ خاص ان کي ئي پڪاريندا پوءِ جنهن لاءِ توهان پڪاريو ٿا، جيڪڏهن الله چاهيندو تہ ان کي بہ دور ڪندو ۽ جن کي توهان شريڪ ڪريو ٺهرايو ٿا، انهن سڀني کي وساري ڇڏيندؤ. (١) |

تشريح: (١) أَرَأَيْتَكُمْ ۾ "كُمْ" خطاب لاءِ آهي جنهن جي معنىٰ آهي تہ اخبروني (مون کي ٻڌايو يا خبر ڏيو) هن مضمون کي قرآن ڪريم ۾ ڪيترن هنڌن تي بيان ڪيو ويو آهي (ڏسو سوره بقره: ١٦٥، ۾ ان جي تفسير) ان جو مطلب هي ٿيو تہ توحيد انساني فطري آواز آهي. انسان ماحول يا ابن ڏاڏن

جي تقليد ۾ مشرڪانہ عقيدا ۽ اعمال اختيار ڪري ٿو ۽ غير الله کي پنهنجو حاجت روا ۽ مشڪل ڪشا سمجهي ٿو. نذر نياز بہ انهن جي نالي جي ڪڍي ٿو، پر جڏهن ڪنهن مصيبت ۾ مبتلا ٿئي ٿو تہ سڀ ڪجهہ وساري ويهي ٿو ۽ فطرت سيني تي غالب اچي وڃي ٿي. پوءِ بي اختيار ان ذات کي پڪاري ٿو، جنهن کي پڪارڻ گهرجي. جيڪڏهن ماڻهو انهيءَ فطرت تي قائم رهن تہ ان جي نجات مڪمل طور انهيءَ فطري آواز يعني توحيد کي اختيار ڪرڻ ۾ آهي.

| | |
|---|---|
| ﴿وَلَهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَلَهُ الدِّينُ وَاصِبًا أَفَغَيْرَ اللَّهِ تَتَّقُونَ (٥٢) وَمَا بِكُمْ مِنْ نِعْمَةٍ فَمِنَ اللَّهِ ثُمَّ إِذَا مَسَّكُمُ الضُّرُّ فَإِلَيْهِ تَجْأَرُونَ (٥٣) ثُمَّ إِذَا كَشَفَ الضُّرَّ عَنْكُمْ إِذَا فَرِيقٌ مِنْكُمْ بِرَبِّهِمْ يُشْرِكُونَ (٥٤) لِيَكْفُرُوا بِمَا آتَيْنَاهُمْ فَتَمَتَّعُوا فَسَوْفَ تَعْلَمُونَ (٥٥) | آسمانن ۽ زمين ۾ جيڪي آهي سڀ ان جو آهي ۽ ان جي ئي عبادت لازم آهي ڇا پوءِ توهان ان کان سواءِ ٻين کان ڊڄو ٿا؟ توهان وٽ جيتريون بہ نعمتون آهن، سڀ ان جون ڏنل آهن (١)هاڻي بہ جڏهن توهان کي ڪا مصيبت رسي ٿي تہ ان وٽ ئي فرياد ڪريو ٿا. (٢)۽ جيئن ئي اهو توهان کان اها مصيبت دور ڪري ٿو تہ توهان مان ڪي ماڻهو پنهنجي رب سان شرڪ ڪن ٿا. |

| | |
|---|---|
| وَيَجْعَلُونَ لِمَا لَا يَعْلَمُونَ نَصِيبًا مِمَّا رَزَقْنَاهُمْ تَاللَّهِ لَتُسْأَلُنَّ عَمَّا كُنْتُمْ تَفْتَرُونَ﴿٥٦﴾ (النحل) | (٣)تان تہ اسان جي ڏنل نعمتن جي ناشڪري ڪن چڱو! ڪجھ فائدو حاصل ڪريو. آخرڪار توهان کي معلوم ٿي ويندو. (٤)۽ جن کي نہ ٿا ڄاڻن انهن جي لاءِ انهيءَ رزق مان حصو مقرر ڪن ٿا جيڪو ڪين اسان ڏنو آهي(٥)الله جو قسم توهان کان انهيءَ بهتان جي باري ۾ ضرور سوال ڪيو ويندو. (٦) |

تشريح: (١) ججڏهن سمورين نعمتن جي ڏيڻ وارو رڳو الله آهي تہ پوءِ عبادت ڪنهن ٻئي جي آخر ڇو؟

(٢) ان جو مطلب هيءُ آهي تہ الله جي هڪ هجڻ جو عقيدو دل جي گهراين ۾ مضبوط ۽ موجود آهي، جيڪو ان وقت اڀري سامهون اچي وڃي ٿو، جڏهن هر طرف کان مايوسين جا ڪارا ڪڪر گهرا ٿي ويندا آهن.

(٣) پر انسان بہ ڪيترو ناشڪرو آهي جو تڪليف، بيماري، تنگ دستي ۽ نقصان وغيره ختم ٿيندي ئي اهو رب تعالىٰ سان شرڪ ڪرڻ لڳي ٿو.

(٤) اهو ائين آهي جيئن ان    ڪان اڳ فرمايو هئائين تہ: ﴿قُلْ تَمَتَّعُوا فَإِنَّ مَصِيرَكُمْ إِلَى النَّارِ﴾ (٣٠)(ابراهيم) حياتيءَ جا ڪجھ ڏينهن فائدو حاصل ڪريو، آخرڪار توهان جو ٺڪاڻو دوزخ آهي.

(٥) يعني جن کي اهي حاجت روا، مشڪل ڪشا ۽ معبود سمجهن ٿا، سي پٿر جون مورتيون يا جن ۽ شيطان آهن، جن جي حقيقت جو ڪين علم بہ نہ آهي. اهڙيءَ طرح قبرن ۾ دفن ٿيل ماڻهن جي حقيقت بہ ڪو نہ ٿو ڄاڻي تہ ساڻن ڪهڙو معاملو ٿي رهيو آهي؟ اهي الله تعاليٰ جا پيارا ٻانها آهن يا ڪنهن ٻيءَ فهرست ۾؟ انهن ڳالهين کي نہ ٿو ڄاڻي. ليڪن انهن ظالمن سندن حقيقت ڪان ناواقف هجڻ جي باوجود انهن کي الله تعاليٰ جو شريڪ ۽ ڀائيوار مقرر ڪيو آهي ۽ الله جي ڏنل مال ۾ انهن لاءِ بہ (نذر نياز طور) حصو مقرر ڪن ٿا. تان جو جيڪڏهن الله تعاليٰ جو حصو رهجي وڃي تہ ڀلي رهجي وڃي، مگر پنهنجن باطل معبودن جي حصي ۾ ڪمي نہ ٿا ڪن. جيئن سوره انعام:٣٦، ۾ بيان ٿيو.

(٦) توهان الله تي بهتان هڻو ٿا تہ اهي "اسان جا نهرايل معبود سندس شريڪ يا ڀائيوار آهن." ان بابت قيامت جي ڏينهن توهان ڪان پڇاڻو ٿيندو.

## جيڪا مخلوق اها نفعي نقصان جو اختيار نہ ٿي رکي

| ﴿ فَلَمَّا جَنَّ عَلَيْهِ | پوءِ جڏهن رات جي اونداهي مٿن |
|---|---|

| | |
|---|---|
| اللَّيْلُ رَأَى كَوْكَبًا قَالَ هَذَا رَبِّي فَلَمَّا أَفَلَ قَالَ لَا أُحِبُّ الْآَفِلِينَ (٧٦) فَلَمَّا رَأَى الْقَمَرَ بَازِغًا قَالَ هَذَا رَبِّي فَلَمَّا أَفَلَ قَالَ لَئِنْ لَمْ يَهْدِنِي رَبِّي لَأَكُونَنَّ مِنَ الْقَوْمِ الضَّالِّينَ (٧٧) فَلَمَّا رَأَى الشَّمْسَ بَازِغَةً قَالَ هَذَا رَبِّي هَذَا أَكْبَرُ فَلَمَّا أَفَلَتْ قَالَ يَا قَوْمِ إِنِّي بَرِيءٌ مِمَّا تُشْرِكُونَ﴾(٧٨) (الانعام) | چانئجي وئي تہ هڪ تارو ڏٺائين. چيائين تہ هيءُ منهنجو رب آهي. پوءِ جڏهن اهو لهي ويو تہ چيائين تہ آءُ لهڻ وارن کي پسند نہ ٿو ڪريان. پوءِ جڏهن چنڊ کي چمڪندي ڏٺائين تہ چيائين تہ هيءُ منهنجو پالڻهار آهي ۽ جڏهن اهو لهي ويو تہ چيائين تہ جيڪڏهن مون کي منهنجي پالڻهار هدايت نہ ڪئي تہ مان گمراهن مان ٿي پوندس. پوءِ جڏهن سج کي چمڪندي ڏٺائين، چيائين تہ هيءُ منهنجو رب آهي، جو اهو سڀ کان وڏو آهي. پوءِ جڏهن اهو بہ لهي ويو چيائين تہ بيشڪ آءُ توهان جي شرڪ کان بيزار آهيان. (١) |

تشريح: (١) يعني انهن سڀني شين کان جن کي توهان الله جو شريڪ ۽ ڀائيوار بڻايو ٿا، آءُ بيزار آهيان. ڇاڪاڻ تہ انهن ۾ تبديلي ايندي رهي ٿي. ڪڏهن ايرن ٿا، ڪڏهن لهن ٿا، جيڪا ثابتي ۽ دليل آهي ان ڳالهہ جي تہ اهي مخلوق آهن ۽ انهن جو خالق ڪو ٻيو آهي، جنهن جي حڪم جا اهي تابع

آهن. پوءِ جڏهن اهي خود مخلوق ۽ ڪنهن جا تابعدار آهن ته ڪنهن کي نفعو نقصان پهچائڻ جي ڪيئن سگهه رکندا. مشهور آهي ته زماني جي بادشاهه نمرود پنهنجي هڪ خواب جي تعبير جيڪا پوپن ڪئي هئي، ان جي ڪري هر نئين پيدا ٿيندڙ ٻار کي قتل ڪرڻ جو حڪم ڏنو. سيدنا ابراهيم عليہ السلام به تن ئي ڏينهن ۾ پيدا ٿيو، جنهن کي هڪ غار ۾ لڪايو ويو تان ته نمرود ۽ ان جي ڪارندن جي هٿان قتل ٿيڻ کان بچي وڃي. انهيءَ غار ۾ جڏهن ڪين ڪجهه سمجهه ۽ دانائي حاصل ٿي ۽ چند سج ڏٺائين ته اهي خيال ظاهر ڪيائين. ليڪن اها غار واري ڳالهه ثابتيءَ جوڳي نه آهي. قرآن مجيد جي الفاظن مان معلوم ٿئي ٿو ته قوم سان گفتگو ۽ بحث مباحثي دوران سيدنا ابراهيم عليہ السلام اهي ڳالهيون فرمايون. جنهن ۾ قوم کي خطاب ڪندي فرمايائين ته آءُ توهان جي مقرر ڪيل شريڪن کان بيزار آهيان هن بحث جو مقصد باطل معبودن جي اصليت کي ظاهر ڪرڻ آهي.

## جيڪڏهن نبي به شرڪ ڪن ها ته سندن عملَ به ناس ٿين ها

| | |
|---|---|
| ﴿وَتِلْكَ حُجَّتُنَا آتَيْنَاهَا إِبْرَاهِيمَ عَلَى قَوْمِهِ نَرْفَعُ دَرَجَاتٍ مَنْ نَشَاءُ إِنَّ | ۽ اها اسان جي حجت هئي جيڪا اسان ابراهيم کي سندس قوم جي مقابلي ۾ ڏني. جنهن کي |

رَبَّكَ حَكِيمٌ عَلِيمٌ (٨٣)
وَوَهَبْنَا لَهُ إِسْحَاقَ
وَيَعْقُوبَ كُلًّا هَدَيْنَا
وَنُوحًا هَدَيْنَا مِنْ قَبْلُ
وَمِنْ ذُرِّيَّتِهِ دَاوُدَ
وَسُلَيْمَانَ وَأَيُّوبَ
وَيُوسُفَ وَمُوسَى
وَهَارُونَ وَكَذَلِكَ نَجْزِي
الْمُحْسِنِينَ (٨٤)
وَزَكَرِيَّا وَيَحْيَى وَعِيسَى
وَإِلْيَاسَ كُلٌّ مِنَ
الصَّالِحِينَ (٨٥)
وَإِسْمَاعِيلَ وَالْيَسَعَ
وَيُونُسَ وَلُوطًا وَكُلًّا
فَضَّلْنَا عَلَى الْعَالَمِينَ
(٨٦) وَمِنْ آبَائِهِمْ
وَذُرِّيَّاتِهِمْ وَإِخْوَانِهِمْ
وَاجْتَبَيْنَاهُمْ وَهَدَيْنَاهُمْ
إِلَى صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ
(٨٧) ذَلِكَ هُدَى اللَّهِ

چاهيون تا درجن ۾ وڌايون ٿا.
بيشڪ تنهنجو رب داناءُ علم
وارو آهي. ۽ ان اسحاق ۽ يعقوب
بخشيو. هر هڪ کي اسان هدايت
ڏني. ان کان اڳ اسان نوح کي
هدايت عطا ڪئي ۽ سندس اولاد
مان داؤد ۽ سليمان ۽ ايوب ۽
يوسف ۽ موسىٰ ۽ هارون کي
(هدايت ڏني) ۽ اهڙي طرح اسين
ڀلائي ڪندڙن کي جزا ڏيون ٿا. ۽
(پڻ) زڪريا، يحيىٰ، عيسىٰ ۽
الياس کي (هدايت ڏني سون) سڀ
نيڪ ماڻهن مان هئا. ۽ اسماعيل
۽ يسع ۽ يونس ۽ لوط سيني کي
اسان تمام جهانن وارن تي
فضيلت ڏني. ۽ انهن جي ابن
ڏاڏن ۽ انهن جي اولاد ۽ انهن جي
ڪن ڀائرن کي (هدايت ڏني سون)
۽ اسان انهن کي مقبول بڻايو ۽
اسان انهن کي سڌي واٽ ونرائي.
اهائي الله جي هدايت آهي، جيڪا

| | |
|---|---|
| يَهْدِي بِهِ مَنْ يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ وَلَوْ أَشْرَكُوا لَحَبِطَ عَنْهُمْ مَا كَانُوا يَعْمَلُونَ (٨٨)﴾(الانعام) | پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي چاهي ٿو عطا ڪري ٿو ۽ جيڪڏهن اهي (نبي سڳورا ٻه) شرڪ ڪن ها تہ هوندَ جيڪي اهي اعمال ڪري رهيا هئا، سي سڀ ناس ٿي وڃن ها. (١) |

تشريح:(١) هتي ارڙهن نبين سڳورن جا نالا ذڪر ڪري الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن اهي بہ شرڪ ڪن ها تہ انهن جا سڀ عمل ناس ٿي وڃي ها. جيئن ٻئي هنڌ نبي ﷺ کي خطاب ڪندي الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ: ﴿لَئِنْ أَشْرَكْتَ لَيَحْبَطَنَّ عَمَلُكَ (٦٥) (الزمر) اي پيغمبر! جيڪڏهن تون بہ شرڪ ڪندين تہ تنهنجا بہ سڀ عمل برباد ٿي ويندا. حالانڪ پيغمبرن کان شرڪ ٿيڻ ناممڪن آهي. مقصد امت کي شرڪ جي هولناڪي ۽ خطرناڪيءَ کان واقف ڪرڻ آهي.

| | |
|---|---|
| ﴿وَلَقَدْ أُوحِيَ إِلَيْكَ وَإِلَى الَّذِينَ مِنْ قَبْلِكَ لَئِنْ أَشْرَكْتَ لَيَحْبَطَنَّ عَمَلُكَ وَلَتَكُونَنَّ مِنَ الْخَاسِرِينَ (٦٥)﴾ (الزمر) | ۽ بيشڪ تو ڏانهن ۽ جيڪي تو کان اڳ هئا انهن ڏانهن وحي ڪئي وئي تہ جيڪڏهن تون شرڪ ڪندين تہ ضرور تنهنجا عمل ناس ويندا ۽ تون ضرور نقصان ڪارن مان ٿيندين. (١) |

تشريح:(١) "جيڪڏهن تو شرڪ ڪيو" جو مطلب آهي ته تنهنجو موت شرڪ تي ٿيو ۽ توبهه نه ڪيئي بظاهر رسول الله ﷺ جن کي خطاب آهي حالانڪ پاڻ سڳورا شرڪ کان پاڪ هئا ڇاڪاڻ ته الله جو رسول، الله جي حفاظت ۾ هوندو آهي ان کان شرڪ ٿيڻ ناممڪن آهي حقيقت ۾ امت کي سبق ڏيڻ ۽ سمجهائڻ مقصد آهي ته جيڪڏهن شرڪ ڪندؤ ته توهان جا عمل ڇٽ تي ويندا.

## علم غيب رڳو الله ڄاڻي ٿو

| | |
|---|---|
| ﴿يَسْأَلُونَكَ عَنِ السَّاعَةِ أَيَّانَ مُرْسَاهَا قُلْ إِنَّمَا عِلْمُهَا عِنْدَ رَبِّي لَا يُجَلِّيهَا لِوَقْتِهَا إِلَّا هُوَ ثَقُلَتْ فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ لَا تَأْتِيكُمْ إِلَّا بَغْتَةً يَسْأَلُونَكَ كَأَنَّكَ حَفِيٌّ عَنْهَا قُلْ إِنَّمَا عِلْمُهَا عِنْدَ اللَّهِ وَلَكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُونَ | اهي ماڻهو اوهان کان قيامت جي باري ۾ سوال ڪن ٿا ته ان جو وقت ڪڏهن ايندو؟ چؤ ته ان جو علم رڳو منهنجي رب وٽ آهي ان جو وقت الله تعالىٰ کان سواءِ ٻيو ڪو ظاهر نه ڪندو. اهو آسمانن ۽ زمين ۾ تمام وڏو (واقعو) آهي اها توهان تي اچانڪ اچي واقع ٿيندي. اهي توهان کان (ان جي باري ۾) ائين پڇن ٿا ڄڻ ته توهان ان جي تحقيقات ڪري چڪا آهيو اوهان فرمايو ته ان جو علم رڳو الله وٽ |

| | |
|---|---|
| (١٨٧) قُلْ لَا أَمْلِكُ لِنَفْسِي نَفْعًا وَلَا ضَرًّا إِلَّا مَا شَاءَ اللَّهُ وَلَوْ كُنْتُ أَعْلَمُ الْغَيْبَ لَاسْتَكْثَرْتُ مِنَ الْخَيْرِ وَمَا مَسَّنِيَ السُّوءُ إِنْ أَنَا إِلَّا نَذِيرٌ وَبَشِيرٌ لِقَوْمٍ يُؤْمِنُونَ (١٨٨) ﴿ (الاعراف) | آهي پر گهڻا ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن.تون چؤ تہ آئون خود پنهنجي ذات لاءِ بہ ڪنهن فائدي جو اختيار نہ ٿو رکان ۽ نہ ڪنهن نقصان جو. سواءِ ان جو جيڪي الله گهري ۽ جيڪڏهن آءُ غيب جون ڳالهيون ڄاڻان ها تہ آءُ گهڻا فائدا حاصل ڪريان ها ۽ مون کي ڪو نقصان نہ رسي ها. آءُ رڳو ايماندارن کي ڊيڄاريندڙ ۽ خوشخبري ڏيندڙ آهيان. (١) |

**تشريح:** (١) هيءَ آيت هن بابت ڪيتري نہ واضح آهي تہ نبي ﷺ جن عالم الغيب نہ آهن. غيب ڄاڻندڙ رڳو الله جي ذات آهي. ليڪن ظلم ۽ جهالت جي انتها آهي تہ ان جي باوجود بدعتي نبي ڪريم ﷺ کي غيب ڄاڻندڙ ٻڌائين ٿا. حالانڪ جنگ احد ۾ پاڻ سڳورن جا ڏند مبارڪ شهيد ٿيا، سندن چهرو مبارڪ بہ زخمي ٿيو ۽ پاڻ ڪريمن فرمايو تہ اها قوم ڪيئن ڪامياب ٿيندي جنهن پنهنجي نبيءَ جي مٿي مبارڪ کي زخمي ڪري ڇڏيو. حديث جي ڪتابن ۾ اهي ۽ ٻيا واقعا بہ لکيل آهن، مثلاً سيدنا عائشہ تي تهمت لڳي تہ پاڻ سڳورا پورو هڪ مهينو سخت پريشان رهيا. هڪ يهودي عورت پاڻ سڳورن کي دعوت ڏئي زهر ملايو، جنهن کي

پاڻ به ڪاڏائون ۽ صحابن ڪرام به! تانجو ڪي صحابي انهيءَ ڪاڏي جي زهر جي وگهي مري ويا ۽ نبي ﷺ جن پاڻ به باقي عمر انهيءَ زهر جو اثر محسوس فرمائيندا رهيا. اهي ۽ اهڙا ٻيا ڪيترا واقعا آهن جن مان واضح ٿئي ٿو ته پاڻ ڪريمن ڪي غيب جو علم نه هجڻ سبب نقصان ڏسڻا پيا جنهن مان قرآن مجيد جي بيان ڪيل هن حقيقت جي ثابتي ملي ٿي ته "جيڪڏهن مان غيب ڄاڻان ها ته مون کي ڪا تڪليف نه رسي ها."

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ لَا يَعْلَمُ مَنْ فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ الْغَيْبَ إِلَّا اللَّهُ وَمَا يَشْعُرُونَ أَيَّانَ يُبْعَثُونَ (٦٥)﴾ (النمل) | چئو ته آسمانن ۽ زمين وارن مان سواءِ الله جي ڪو غيب نه ٿو ڄاڻي (١) انهن ڪي ته اهو به معلوم نه آهي ته انهن کي ڪڏهن ٻيهر جياريو ويندو؟ |

تشريح:(١) يعني الله تعالىٰ جهڙيءَ طرح متي بيان ڪيل معاملن ۾ اڪيلو آهي، ان جو ڪو شريڪ نه آهي. اهڙيءَ ريت ڳجهه جو علم ۾ به الله تعالىٰ نرالو ۽ لاثاني آهي ان کان سواءِ ڪو عالم الغيب نه آهي. نبين ۽ رسولن کي به رڳو ايترو علم هوندو آهي جيترو الله تعالىٰ وحيءَ جي ذريعي کين ٻڌائي ٿو ۽ جيڪو علم ڪنهن جي ٻڌائڻ سان معلوم ٿئي، ان جي ڄاڻندڙ کي "عالم الغيب" نه ٿو چئي

سگهجي. عالم الغيب تہ اهو آهي جيڪو ڪنهن واسطي ڪان سواءِ ذاتي طور تي هر شيءِ جو علم رکي ۽ حقيقت ڪان باخبر هجي. ۽ لڪيل مان لڪيل شيءِ بہ انهيءَ جي علم جي دائري ڪان ٻاهر نہ هجي. اها صفت رڳو الله تعالىٰ جي آهي. ان ڪري رڳو اهو ئي عالم الغيب آهي. ان ڪان سواءِ ڪائنات ۾ ڪو ٻيو عالم الغيب نہ آهي. سيدنا عائشہ فرمائي ٿي تہ جيڪو شخص هي گمان ڪري ٿو تہ پاڻ سڳورا سڀاڻي ايندڙ شام ۾ واقع ٿيندڙ حالات جو علم رکن ٿا انهيءَ الله تي وڏو بهتان ٻڌو چاڪاڻ تہ الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ آسمان ۽ زمين ۾ غيب جو علم رڳو الله کي آهي. (صحيح بخاري: ٤٨٥٥، مسلم: ٢٨٧، ترمذي: ٦٨. ٣) سيدنا قتاده فرمائي ٿو تہ الله تعالىٰ تارا ٽن مقصدن لاءِ پيدا ڪيا آهن: ١- آسمان جي زينت لاءِ، ٢- ماڻهن جي رهنمائي لاءِ، ٣- شيطان کي سنگسار ڪرڻ لاءِ. پر الله جي تعليم ۽ احڪامن کان بي خبر ماڻهن انهن مان ڪُجهه جو علم حاصل ڪرڻ ۽ ڪهانت جو ڍونگ رچايو آهي. مثلاً چون ٿا تہ جيڪو فلاڻي ۽ فلاڻي ستاري جي موجودگيءَ ۾ نڪاح ڪندو تہ هيئن ۽ هيئن ٿيندو. جيڪو فلاڻي ۽ فلاڻي ستاري جي وقت سفر ڪندو تہ هيئن ۽ هيئن ٿيندو. جيڪو فلاڻي ستاري جي وقت ۾ پيدا ٿيندو، اهو هيئن ۽ هيئن ٿيندو. اهي سڀ اجايون ۽ فضول ڳالهيون آهن. انهن جي خيالن ۽ قياسن جي ابتڙ

اڪثر ظاهر ٿيندو رهندو آهي. ستارن، پکين ۽ جانورن جي ذريعي غيب جو علم ڪيئن حاصل ٿي سگهي ٿو؟ جڏهن ته الله تعالىٰ جو فيصلو هيءُ آهي ته آسمانن ۽ زمين ۾ سواءِ الله جي ڪوبه ڳجهه نه ٿو ڄاڻي. (ابن كثير)

## جن کي الله کان سواءِ پڪاريو وڃي ٿو اهي مدد نه ڪري سگهن، توهان وانگر اهي الله جا ٻانها آهن.

| | |
|---|---|
| ﴿أَيُشْرِكُونَ مَا لَا يَخْلُقُ شَيْئًا وَهُمْ يُخْلَقُونَ (١٩١) وَلَا يَسْتَطِيعُونَ لَهُمْ نَصْرًا وَلَا أَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُونَ (١٩٢) وَإِنْ تَدْعُوهُمْ إِلَى الْهُدَى لَا يَتَّبِعُوكُمْ سَوَاءٌ عَلَيْكُمْ أَدَعَوْتُمُوهُمْ أَمْ أَنْتُمْ صَامِتُونَ (١٩٣) إِنَّ الَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ عِبَادٌ أَمْثَالُكُمْ فَادْعُوهُمْ فَلْيَسْتَجِيبُوا | ڇا انهن کي الله جو شريڪ ٺهرائين ٿا جيڪي ڪا شيءِ پيدا نه ٿا ڪري سگهن ۽ اهي پاڻ به پيدا ڪيا وڃن ٿا. ۽ اهي سندن ڪنهن قسم جي مدد نه ٿا ڪري سگهن ۽ نه ئي اهي پنهنجي ڪا مدد ڪري سگهن ٿا.۽ جيڪڏهن ڪين ڪا ڳالهه ٻڌائڻ لاءِ پڪاريندا ته توهان جي چوڻ تي نه هلندا(١)بئي ڳالهيون برابر آهن ته توهان انهن کي پڪاريو يا خاموش رهو.بيشڪ توهان الله کي ڇڏي جن جي عبادت ڪريو ٿا اهي توهان وانگر ٻانها آهن (٢)پوءِ ڪين پڪاريو، پلي ته |

| | |
|---|---|
| لَكُمْ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ (١٩٤) أَلَهُمْ أَرْجُلٌ يَمْشُونَ بِهَا أَمْ لَهُمْ أَيْدٍ يَبْطِشُونَ بِهَا أَمْ لَهُمْ أَعْيُنٌ يُبْصِرُونَ بِهَا أَمْ لَهُمْ آذَانٌ يَسْمَعُونَ بِهَا قُلِ ادْعُوا شُرَكَاءَكُمْ ثُمَّ كِيدُونِ فَلَا تُنْظِرُونِ (١٩٥) إِنَّ وَلِيِّيَ اللَّهُ الَّذِي نَزَّلَ الْكِتَابَ وَهُوَ يَتَوَلَّى الصَّالِحِينَ (١٩٦) وَالَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ لَا يَسْتَطِيعُونَ نَصْرَكُمْ وَلَا أَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُونَ (١٩٧)﴾(الاعراف) | توهان جي دعاءِ پڪار ٻڌن جيڪڏهن توهان سچا آهيو.ڇا انهن جا پير آهن جن سان هلن ٿا؟ ڇا انهن جا هٿ آهن جن سان ڪنهن شيءِ کي پڪڙين؟ڇا انهن کي اکيون آهن جن سان اهي ڏسي ٿا يا انهن جا ڪَنَ آهن جن سان اهي ٻڌن ٿا؟ (٣)چؤ تہ پنهنجن سيني شريڪن کي سڏيو، پوءِ مون کي تڪليف پهچائڻ جي تدبير ڪريو پوءِ مون کي ڪا بہ مهلت نہ ڏيو. (٤)بيشڪ منهنجو پالڻهار الله آهي، جنهن هيءُ ڪتاب نازل ڪيو آهي ۽ اهو نيڪ ٻانهن جي مدد ڪندو آهي. ۽ الله کي ڇڏي جن کي توهان پڪاريو ٿا، اهي توهان جي ڪا مدد نہ ٿا ڪري سگهن ۽ نہ ئي اهي پنهنجي مدد ڪري سگهن ٿا. (٥) |

**تشريح**:(١) شريڪ نهرائڻ جو مطلب آهي تہ مثلاً ٻارن جا نالا هن قسم جا رکن ٿا: امام بخش، پير ڏتو، عبد شمس، بنده علي وغيره جنهن مان اهو ظاهر ٿئي ٿو تہ اهو ٻار فلاڻي

بزرگ فلاڻي پير جي نظر ڪرم جو نتيجو آهي. (نعوذ بالله) يا پنهنجي هن عقيدي جو اظهار ڪندا آهن ته اسين فلاڻي بزرگ جي قبر تي ويا هئاسون، جنهن جي نتيجي ۾ اهو ٻار پيدا ٿيو يا ڪنهن مردي جا نالي تي نذر نياز پيش ڪن ٿا يا ٻارن کي ڪنهن قبر تي وٺي اتي ان جو مٿو ٽڪائين ٿا ته انهيءَ جي طفيل ٻار پيدا ٿيو آهي. هي سڀ صورتون الله سان شريڪ ٺهرائڻ جون آهن، جيڪي بدقسمتيءَ سان مسلمان عوام ۾ به عام ٿي ويون آهن. ايندڙ آيتن ۾ الله تعالىٰ شرڪ جي ترديد فرمائي رهيو آهي.

(٢) يعني توهان جي بيان ڪيل ڳالهه تي عمل نه ڪنداسون. هڪ ٻيو طلب هي آهي ته جيڪڏهن انهن کان هدايت گهرندا ته اهي توهان جي ڳالهه نه مڃيندا. نه توهان کي جواب ڏيندا. (فتح القدير)

(٣) يعني جڏهن اهي جيئرا هئا. بلڪ هاڻي ته توهان انهن جي مقابلي وڌيڪ ڪامل آهيو. هاڻي اهي ڏسي نه ٿا سگهن، توهان ڏسو ٿا. اهي ٻڌي نه ٿا سگهن، توهان ٻڌو ٿا. اهي ڪنهن جي ڳالهه سمجهي نه ٿا سگهن، توهان سمجهي سگهو ٿا. اهي جواب نه ٿا ڏئي سگهن توهان جواب ڏيو ٿا. ان مان معلوم ٿيو ته مشرڪ جن جون مورتون ۽ مجسما ٺاهي پوڄين ٿا، اهي الله جا ٻانها يعني انسان هئا. جيئن سيدنا

نوح عليہ السلام جي قوم جي بتن بابت صحيح بخاريءَ ۾ وضاحت موجود آهي تہ اهي الله جا نيڪ ٻانها هئا.

(٤) يعني هاڻي ان مان ڪا بہ شيءِ وٽن موجود نہ آهي. مرندي گهڙيءَ ئي سندن ڏسڻ، ٻڌڻ، سمجهڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ جي طاقت ختم ٿي وڃي ٿي. هاڻي وٽن انهن ڏانهن منسوب ڪيل پٿرن يا ڪاٺين جون اڏيل مورتون ۽ مجسما يا مٽيءَ جا جوڙيل گنبذ، قبا ۽ آستانا آهن. جيڪي سندن قبرن تي اڏيا ويا آهن ۽ اهڙيءَ طرح هڏين وڪڻڻ جو ڪاروبار اوج تي آهي جيئن شاعر چيو آهي تہ آدمي جيتوڻيڪ پوڙهو ٿي چڪو آهي مگر لات منات جوان آهن.

(٥) يعني جيڪڏهن پنهنجي هن دعوىٰ ۾ سچا آهيو تہ اهي توهان جا مددگار آهن تہ ڪين چئو تہ منهنجي مقابلي ۾ ڪا تدبير ڪن، ڪا رٿ رٿين.

(٦) جيڪو شخص پنهنجي مدد پاڻ نہ ڪري اهو ڀلا ڪنهن ٻئي جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندو؟

**جو خود محتاج ہو دوسرے کا بھلا اس سے مدد کا مانگنا کیا ۔**

## عالمن جي حلال کي حلال ۽ حرام کي حرام مڃڻ انهن جي عبادت آهي

| | |
|---|---|
| ﴿اتَّخَذُوا أَحْبَارَهُمْ وَرُهْبَانَهُمْ أَرْبَابًا مِنْ دُونِ اللَّهِ وَالْمَسِيحَ ابْنَ مَرْيَمَ وَمَا أُمِرُوا إِلَّا لِيَعْبُدُوا إِلَهًا وَاحِدًا لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ سُبْحَانَهُ عَمَّا يُشْرِكُونَ (٣١)﴾(التوبه) | انهن الله کي ڇڏي پنهنجن عالمن ۽ درويشن کي پنهنجو رب بڻايو (۽ رب بڻايائون) مريم جي پٽ مسيح کي حالانڪ کين رڳو هڪ الله جي عبادت ڪرڻ جو حڪم هو ڏنو ويو هو جنهن کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. اهو پاڪ آهي انهن شريڪن کان جيڪي اهي مقرر ڪن ٿا. |

تشريح:(١) حديثن ۽ تفسيرن جي ڪتابن ۾ هن آيت جي تفسير ۾ سيدنا عدي بن حاتم طائي جي بيان ڪيل حديث آهي. پاڻ فرمائي ٿو تہ مون نبي ﷺ جن کي عرض ڪيو تہ يهودين ۽ نصارن تہ پنهنجن عالمن جي ڪڏهن بہ عبادت نہ ڪئي آهي. پوءِ اهو چو ٿو فرمايو وڃي تہ انهن کين پنهنجو رب بڻايو آهي؟ پاڻ سڳورن ﷺ فرمايو تہ اها ڳالهہ ٺيڪ آهي تہ انهن سندن عبادت نہ ڪئي آهي، ليڪن ڇا اها ڳالهہ صحيح نہ آهي تہ سندن عالمن جنهن شيءِ کي حلال ٺهرايو، ان کي حلال ۽ جنهن کي انهن حرام ٺهرايو، ان کي حرام

سمجهن ٿا؟ (سيدنا عدي وراڻيو: ته ائين ضرور آهي) پاڻ سڳورن فرمايو ته اها ئي سندن عبادت آهي. (صحيح الترمذي للالباني ٢٤٧١) ڇا ڪاڻ ته ڪنهن شيءِ کي حلال يا حرام ڪرڻ جو اختيار رڳو الله کي آهي. اهو حق جيڪڏهن ڪو ٻئي جي اندر تسليم ڪري ٿو ته ان جو لازمي مطلب هي آهي ته انهيءَ کيس پنهنجو رب بڻايو. هن آيت ۾ انهن ماڻهن جي لاءِ وڏي تنبيه ۽ ڌمڪي آهي جن پنهنجن اڳواڻن ۽ امامن کي حلال حرام ڪرڻ جو منصب ۽ مقام ڏئي ڇڏيو آهي ۽ سندن قولن جي مقابلي ۾ اهي قرآن ۽ حديث جي پڌرن حڪمن کي ٻه اهميت ڏيڻ لاءِ تيار نه ٿا ٿين.

## گهڻا علماءَ الله جي واٽ کان روڪين ٿا

| | |
|---|---|
| ﴿يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا إِنَّ كَثِيرًا مِنَ الْأَحْبَارِ وَالرُّهْبَانِ لَيَأْكُلُونَ أَمْوَالَ النَّاسِ بِالْبَاطِلِ وَيَصُدُّونَ عَنْ سَبِيلِ اللَّهِ وَالَّذِينَ يَكْنِزُونَ الذَّهَبَ وَالْفِضَّةَ وَلَا يُنْفِقُونَهَا فِي سَبِيلِ اللَّهِ فَبَشِّرْهُمْ بِعَذَابٍ | اي ايمان وارو! اڪثر عالم ۽ عابد ماڻهن جا مالَ ناحق طريقي سان کائين ٿا ۽ الله جي واٽ کان روڪين ٿا(١)جيڪي ماڻهو سونَ چانديءَ جو خزانو رکن ٿا ۽ ان کي الله جي واٽ ۾ خرچ نه ٿا ڪن، انهن کي ڏکوئيندڙ |

| | |
|---|---|
| أَلِيمٍ (٣٤)﴾(التوبه) | عذاب جو چتاءُ ڏي. |

تشريح: (١) احبار "حبر" جو جمع آهي. "حبر" ان شخص کي چئجي ٿو جيڪو پنهنجي ڳالهه سهڻي انداز ۾ پيش ڪرڻ جو ماهر هجي. خوبصورت ۽ رنگا رنگ ڪپڙي کي "ثوب محبر" چئبو آهي. مراد يهودين جا عالم آهن. رهبان "راهب" جو جمع آهي، جنهن جو اشتقاق "رهبنة" آهي. مراد عيسائين جا عالم آهن جن کي موجوده زماني ۾ پادري يا پوپ يا "بابا" چون ٿا. ڪي چون ٿا ته اهي عيسائين جا صوفي آهن. عالمن لاءِ انهن وٽ "قسيسين" جو لفظ آهي. اهي ٻئي قومون هڪ ته الله جي ڪلام ۾ تبديلي ۽ هيرا ڦيري ڪري ماڻهن جي خواهشن مطابق مسئلا ٻڌائين ٿا ۽ انهن کي الله جي واٽ کان روڪين ٿا. ٻيو هيءُ ته ماڻهن کان ان نموني مال نڳين ٿا جيڪو سندن لاءِ حرام هو. بدقسمتيءَ جي ڳالهه آهي ته مسلمانن جي گهڻن عالمن جو به اهو ئي حال آهي ۽ انهن تي نبي ڪريم ﷺ جي پيشن گوئي ثابت اچي ٿي ته: لَتَتَّبِعُنَّ سُنَنَ الَّذِينَ مِن قَبلِكُم (صحيح بخاري كتاب الإعتصام) بخاري شريف ۾ پاڻ ڪريمن جو اهو فرمان موجود آهي جنهن جو عنوان آهي: "ضرور توهان اڳين امتن جو طور طريقن جي پيروي ڪندا."

## الله تعالىٰ کان سواءِ نفعي نقصان جو ڪو مالڪ نہ آهي

| | |
|---|---|
| ﴿وَيَعْبُدُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ مَا لَا يَضُرُّهُمْ وَلَا يَنْفَعُهُمْ وَيَقُولُونَ هَؤُلَاءِ شُفَعَاؤُنَا عِنْدَ اللَّهِ قُلْ أَتُنَبِّئُونَ اللَّهَ بِمَا لَا يَعْلَمُ فِي السَّمَاوَاتِ وَلَا فِي الْأَرْضِ سُبْحَانَهُ وَتَعَالَى عَمَّا يُشْرِكُونَ (١٨)﴾(يونس) | ۽ اهي ماڻهو سواءِ الله جي انهن جي عبادت ڪن ٿا جيڪي ڪين نہ نقصان رسائين ٿا ۽ نہ ڪين نفعو پهچائين ٿا ۽ چون ٿا تہ اهي الله تعالىٰ وٽ اسان جا سفارشي آهن (١) چؤ تہ ڇا توهان الله تعالىٰ کي ان شيءِ جي خبر ڏيو ٿا جيڪا آسمانن ۽ زمين ۾ (٢) ڪيس بہ معلوم نہ آهي. اهو انهن ماڻهن جي شرڪ کان (٣) پاڪ ۽ مٿاهون آهي. |

تشريح: (١) يعني سندن سفارش سبب الله تعالىٰ اسان جون ضرورتون پوريون ڪري ٿو. اسان جي بگڙيل بڻائي ٿو يا اسان جي دشمنن جو نهيل نڪيل معاملو بگاڙي ڇڏي ٿو. يعني مشرڪ بہ الله تعالىٰ کان سواءِ جن جي عبادت ڪن ٿا، انهن کي نفعي نقصان ۾ مستقل ۽ سدائين نہ ٿا سمجهن. بلڪ ڪين پنهنجي ۽ الله جي درميان واسطو ۽ وسيلو سمجهن ٿا.

(٢) يعني الله تعاليٰ کي تہ ان ڳالھ جو ڪو علم نہ آهي تہ ان جو ڪو شريڪ بہ آهي، يا سندس بارگاھ ۾ ڪو سفارشي بہ آهي. ٻين لفظن ۾ اهي مشرڪ معاذالله! الله تعاليٰ کي خبر ڏين ٿا تہ جيتوڻيڪ توکي خبر نہ آهي ليڪن اسين توکي ٻڌايون ٿا تہ تنھنجا شريڪ بہ آهن ۽ سفارشي بہ آهن، جيڪي پنھنجن پوئلڳن ۽ عقيدتمندن جي سفارش ڪندا!

(٣) الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ مشرڪن جون اهي ڳالهيون اجايون ۽ فضول آهن. الله تعاليٰ انهن سيني ڳالهين کان پاڪ ۽ مٿانهون آهي.

| | |
|---|---|
| ﴿وَيَوْمَ تَقُومُ السَّاعَةُ يُبْلِسُ الْمُجْرِمُونَ (١٢) وَلَمْ يَكُنْ لَهُمْ مِنْ شُرَكَائِهِمْ شُفَعَاءُ وَكَانُوا بِشُرَكَائِهِمْ كَافِرِينَ (١٣)﴾(الروم) | ۽ جنھن ڏينھن قيامت قائم ٿيندي، گنهگار حيرت ۾ پئجي ويندا. (١)۽ سندن شريڪن مان هڪ بہ سندن سفارشي نہ هوندو (٢) ۽ خود اهي بہ پنھنجن شريڪن جا منڪر ٿي ويندا. (٣) |

تشريح: (١) اصل ۾ لفظ آهي "مبلسون" جنھن جو مصدر آهي ابلاس، جنھن جي معنيٰ آهي تہ پنھنجي موقف ۽ عقيدي جي تائيد ۾ ڪو دليل پيش ڪري نہ سگھڻ ۽ حيران

۽ ٻيجان ٿي ويهڻ. ان کي ناماميديءَ جي مفهوم سان تعبير ڪن ٿا. انهيءَ لحاظ سان "مبلس" اهو ٿيندو جيڪو نااميد ٿي خاموش ويٺو هجي ۽ ڪيس کي ٻه دليل سمجهه ۾ نه اچي. قيامت جي ڏينهن ڪافرن ۽ مشرڪن جو اهوئي حال ٿيندو. يعني الله تعالىٰ جو عذاب ڏسي اهي هر خير کان مايوس ۽ دليل ۽ حجت پيش ڪرڻ کان عاجز هوندا. "مجرمن" مان مراد ڪافر ۽ مشرڪ آهن جيئن ايندڙ آيت مان ظاهر ٿئي ٿو.

(٣) يعني اتي اهي انهن جي معبود ۽ الله هجڻ جا منڪر ٿي ويندا، ڇاڪاڻ ته اڪين سان ڏسندا ته انهن مان ڪو ڪنهن کي فائدو رسائڻ جي سگهه نه ٿو رکي. (فتح القدير) ٻي معنىٰ اها آهي ته اهي معبود ان ڳالهه کان انڪار ڪندا ته اهي ڪين الله جو ڀائيوار ٺهرائي سندن عبادت ڪندا هئا. ڇاڪاڻ ته اهي ته سندن عبادت کان ئي بي خبر آهن.

## گهڻا ماڻهو الله تعالىٰ تي ايمان رکڻ جي باوجود مشرڪ آهن

| | |
|---|---|
| ﴿وَمَا يُؤْمِنُ أَكْثَرُهُمْ بِاللَّهِ إِلَّا وَهُمْ مُشْرِكُونَ (١٠٦)﴾ (يوسف) | انهن مان گهڻا ماڻهو الله تعالىٰ تي ايمان رکڻ باوجود مشرڪ آهن. (١٠٦) |

تشريح: (١) هيءَ اها حقيقت آهي جنهن کي قرآن مجيد وڏي وضاحت سان ڪيترين جاين تي بيان فرمايو آهي ته اهي مشرڪ اها ڳالهه ته مڃين ٿا ته آسمان ۽ زمين جو پيدا ڪندڙ، مالڪ ۽ مدبر رڳو الله تعالىٰ آهي. ليڪن ان جي باوجود عبادت ۾ الله تعالىٰ سان گڏ ٻين کي ڀائيوار نهرائين ٿا ۽ اهڙيءَ ريت گهڻا ماڻهو شرڪ ڪن ٿا. يعني هر دور ۾ ماڻهو توحيد ربوبيت جا قائل ته رهيا آهن پر توحيد الوهيت کي مڃڻ لاءِ تيار نه آهن. موجوده زماني ۾ قبر پرستن جو شرڪ به اهو ئي آهي ته قبرن ۾ دفن ٿيل بزرگن کي الٰهي صفتن جو صاحب سمجهي ڪين مدد لاءِ پڪارين ٿا ۽ عبادت جون ڪيتريون ئي رسمون انهن لاءِ ادا ڪن ٿا. (نعوذ بالله)

## نماز ڇڏي مشرڪ نه ٿيو!

| | |
|---|---|
| ﴿مُنِيبِينَ إِلَيْهِ وَاتَّقُوهُ وَأَقِيمُوا الصَّلَاةَ وَلَا تَكُونُوا مِنَ الْمُشْرِكِينَ (٣١)﴾ (الروم) | (انسانو!) الله ڏانهن رجوع ڪندي ان کان ڊڄندا رهو ۽ نماز قائم ڪريو ۽ مشرڪن مان نه ٿيو. (١) |

تشريح: (١) يعني ايمان ۽ تقوىٰ ڇڏي نماز کان پاسو ڪندي مشرڪن مان نه ٿيو ڇاڪاڻ ته اهي عادتون مشرڪن جون آهن.

## الله کان سواءِ جن کي پکارن ٿا، الله انهن لاءِ کو دليل نہ لاٿو آهي

| | |
|---|---|
| ﴿يَا صَاحِبَيِ السِّجْنِ أَأَرْبَابٌ مُتَفَرِّقُونَ خَيْرٌ أَمِ اللَّهُ الْوَاحِدُ الْقَهَّارُ (٣٩) مَا تَعْبُدُونَ مِنْ دُونِهِ إِلَّا أَسْمَاءً سَمَّيْتُمُوهَا أَنْتُمْ وَآبَاؤُكُمْ مَا أَنْزَلَ اللَّهُ بِهَا مِنْ سُلْطَانٍ إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ أَمَرَ أَلَّا تَعْبُدُوا إِلَّا إِيَّاهُ ذَلِكَ الدِّينُ الْقَيِّمُ وَلَكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُونَ (٤٠)﴾(يوسف) | اي منهنجي جيل جا ساٿيو! (١) جدا جدا معبود چڱا آهن (٢) يا هڪ الله غالب ۽ طاقتور؟ان کان سواءِ توهان جن جي بہ پوڄا پاٺ ڪريو ٿا اهي رڳو نالا آهن جيڪي توهان ۽ توهان جي ابن ڏاڏن پاڻ گهڙيا آهن. الله انهن لاءِ کو دليل نہ لاٿو آهي. (٣) حکم رڳو الله جو آهي. انهيءَ حکم کيو آهي تہ ان کان سواءِ کنهن جي عبادت نہ ڪريو اهو ئي سڌو دين آهي (٤) ۽ پر اڪثر ماڻهو نہ ٿا ڄاڻن. (٥) |

تشريح: (١) جيل جو ساٿي انهن کي انهيءَ ڪري چيائين جو ڪافي عرصي کان قيد خاني ۾ سيدنا يوسف عليہ السلام سان گڏ هئا.

(٢) جدا جدا معبود يعني صفتن ۽ عدد جي لحاظ سان يعني اهي جعلي معبودَ جيڪي ذات جي لحاظ سان بہ هڪ ٻئي کان جدا آهن تہ، صفتن ۾ بہ هڪ ٻئي کان جدا ۽ گڏاٿاتي ۾ بہ جدا آهن، اهي چڱا آهن يا هڪ الله جيڪو پنهنجين صفتن ۽ پنهنجي ذات ۾ نرالو ۽ بي مثال آهي. جنهن جو ڪو شريڪ نہ آهي ۽ اهو سڀني تي غالب ۽ حڪمران آهي.

(٣) ان جو مطلب هي آهي تہ انهن کي معبود توهان پاڻ چئو ٿا حالانڪ حقيقت ۾ اهي معبود نہ آهن. الله تعالیٰ انهن لاءِ ڪو دليل نہ لاٿو آهي. ٻيو مطلب هي آهي تہ ان معبودن جيڪي مختلف نالا توهان رکو ٿا مثلاً خواجہ غريب نواز، گنج بخش، ان داتا وغيره اهي سڀ توهان جي هٿ نوڪيا آهن الله انهن لاءِ حجت ۽ دليل نہ لاٿو آهي.

(٤) اهو ئي دين آهي جنهن ڏانهن توهان کي سڏيان ٿو جنهن ۾ رڳو الله جي عبادت آهي. هيءُ دين سڌو پڌرو آهي، جنهن جو الله تعالیٰ حڪم ڪيو آهي.

(٥) جنهن جي ڪري اڪثر ماڻهو شرڪ جو ڏوهہ ڪن ٿا. ﴿وَمَا يُؤْمِنُ أَكْثَرُهُمْ بِاللَّهِ إِلَّا وَهُمْ مُشْرِكُونَ (١٠٦)﴾(يوسف) يعني انهن مان اڪثر ماڻهو باوجود الله تي ايمان رکڻ جي بہ مشرڪ

آهن ۽ فرمايائين: ﴿وَمَا أَكْثَرُ النَّاسِ وَلَوْ حَرَصْتَ بِمُؤْمِنِينَ (١٠٣)﴾(يوسف) اي پيغمبر تنهنجي خواهش ۽ حرص جي باوجود گهڻا ماڻهو الله تي ايمان آڻيندڙ نہ آهن.

## جن کي الله کان سواءِ پڪاريو ٿا پاڻ پيدا ڪيا ويا آهن، مئا آهن، جيئرا نہ آهن

| | |
|---|---|
| ﴿أَفَمَنْ يَخْلُقُ كَمَنْ لَا يَخْلُقُ أَفَلَا تَذَكَّرُونَ (١٧) وَإِنْ تَعُدُّوا نِعْمَةَ اللَّهِ لَا تُحْصُوهَا إِنَّ اللَّهَ لَغَفُورٌ رَحِيمٌ (١٨) وَاللَّهُ يَعْلَمُ مَا تُسِرُّونَ وَمَا تُعْلِنُونَ (١٩) وَالَّذِينَ يَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ لَا يَخْلُقُونَ شَيْئًا وَهُمْ يُخْلَقُونَ (٢٠) أَمْوَاتٌ غَيْرُ أَحْيَاءٍ وَمَا يَشْعُرُونَ أَيَّانَ يُبْعَثُونَ (٢١) إِلَهُكُمْ إِلَهٌ وَاحِدٌ فَالَّذِينَ لَا يُؤْمِنُونَ | تہ ڇا جيڪو پيدا ڪري ٿو سو ان وانگر آهي جيڪو پيدا نہ ٿو ڪري سگهي ڇا سوچ کان بالڪل ڪم نہ ٿا وٺو. (١)۽ جيڪڏهن توهان الله جي نعمتن جو ڳاڻيٽو ڪريو تہ انهن جو شمار ڪري نہ سگهندا. بيشڪ الله بخشڻهار مهربان آهي.۽ جيڪي توهان لڪايو ٿا ۽ ظاهر ڪريو ٿا، الله سڀ ڄاڻي ٿو. (٢)۽ جنهن جنهن کي الله کان سواءِ اهي پڪارين ٿا اهي ڪا شيءِ پيدا ڪري نہ ٿا سگهن بلڪ اهي پاڻ پيدا ڪيل آهن. (٣)مئا آهن جيئرا نہ آهن (٤) انهن کي ايترو شعور ۽ سمجهہ بہ |

| | |
|---|---|
| بِالْآخِرَةِ قُلُوبُهُمْ مُنْكِرَةٌ وَهُمْ مُسْتَكْبِرُونَ (٢٢) لَا جَرَمَ أَنَّ اللَّهَ يَعْلَمُ مَا يُسِرُّونَ وَمَا يُعْلِنُونَ إِنَّهُ لَا يُحِبُّ الْمُسْتَكْبِرِينَ (٢٣)﴾(النحل) | نہ آهي تہ ڪڏهن اٿاريا ويندا. (٥) توهان سيني جو معبود صرف اڪيلو الله آهي ۽ آخرت تي ايمان نہ رکندڙن جون دليون انڪاري آهن ۽ اهي وڏائي ڪندڙ آهن. (٦)بيشڪ الله تعالىٰ هر اها ڳالهہ ڄاڻي ٿو، جيڪا اهي لڪائين ٿا ۽ جيڪا ظاهر ڪن ٿا. اهو وڏائي ڪندڙن کي پسند نہ ٿو ڪري. (٧) |

تشريح: (١) انهن سيني نعمتن کي بيان ڪري توحيد جي اهميت کي واضح فرمايائين تہ الله تعالىٰ انهن سيني شين جو خالق آهي پر ٻڌايو تہ ان کان سواءِ جن جي توهان عبادت ڪريو ٿا ڇا انهن بہ ڪجهہ پيدا ڪيو آهي؟ نہ! بلڪ اهي تہ پاڻ الله جي مخلوق آهن.ڀلا ڀوءِ خالق ۽ مخلوق ڪيئن برابر ٿي سگهن ٿا؟ جڏهن تہ توهان پاڻ کين معبود بڻائي الله جو ڀائيوار ۽ حصيدار مقرر ڪيو آهي. ڇا توهان سوچ ۽ عقل کان ڪم نہ ٿا وٺو؟

(٢) ۽ ان جي مطابق الله قيامت جي ڏينهن جزا ۽سزا ڏيندو. نيڪن کي نيڪيءَ جي جزا ۽ برن کي برائي جي سزا.

(٣) هن ۾ هڪ شيءِ جو واڌارو آهي. يعني سندن جڙتو معبود ڪا بہ شيءِ خلقي نہ ٿا سگهن. (فتح القدير)

(٤) "مئن" مان مراد اهي بي جان شيون پٿر وغيره بہ آهن جن کي ڪو شعور نہ آهي ۽ اهي گذاري ويل نيڪ ٻانها بہ، چاڪاڻ تہ مرڻ کان جيئرو ڪرڻ خود ٻڌائي ٿو تہ مراد الله جا نيڪ ٻانها آهن. ڪين رڳو مئل ئي نہ چيو ويو بلڪ وڌيڪ وضاحت فرمايائين تہ: "اهي جيئرا نہ آهن." ۽ ان ۾ قبر پرستن جي چٽي ترديد آهي. جيڪي چون ٿا تہ قبرن ۾ دفن ٿيل مئل نہ بلڪ جيئرا آهن ۽ اسين انهن جيئرن کي پڪاريون ٿا. الله تعالىٰ جي هن ارشاد مان معلوم ٿيو تہ مرڻ کان پوءِ ڪنهن کي بہ دنيا جي زندگي نصيب نہ ٿي ٿئي، ۽ نہ ئي دنيا سان انهن جو ڪو تعلق باقي رهي ٿو.

(٥) پوءِ انهن کان نفعي ۽ نقصان، ثواب ۽ جزا جي اميد ڪيئن ٿي سگهي ٿي؟

(٦) يعني منڪرن لاءِ صرف هڪ الله کي معبود مڃڻ ڏاڍو مشڪل آهي. اهي چون ٿا تہ ﴿أَجَعَلَ الْآلِهَةَ إِلَهًا وَاحِدًا إِنَّ هَذَا لَشَيْءٌ عُجَابٌ (٥)﴾(ص)

هن سيني معبودن جي بجاءِ هڪ معبود ٻڌايو آهي اها تہ ڏاڍي عجيب ڳالهہ آهي. ٻئي هنڌ فرمايائين:﴿وَإِذَا ذُكِرَ اللَّهُ وَحْدَهُ

اشْمَأَزَّتْ قُلُوبُ الَّذِينَ لَا يُؤْمِنُونَ بِالْآَخِرَةِ وَإِذَا ذُكِرَ الَّذِينَ مِنْ دُونِهِ إِذَا هُمْ يَسْتَبْشِرُونَ (٤٥)﴾(الزمر ٤٥) "جڏهن هڪ الله جو ذڪر ڪجي ٿو تہ آخرت جا انڪاري تنگ دل ٿين ٿا ۽ جڏهن الله کان سواءِ ٻين معبودن جو ذڪر ڪجي ٿو تہ خوش ٿين ٿا."

(٧) اصل ۾ لفظ "استڪبار" مصدر آهي. جنهن جو مطلب آهي تہ پاڻ کي وڏو سمجهي صحيح ڳالهہ جو انڪار ڪرڻ ۽ ٻين کي حقير ۽ گهٽ سمجهڻ. تڪبر ۽ وڏائي جي اها ئي تعريف حديث ۾ بيان ڪئي وئي آهي. (صحيح مسلم ڪتاب الايمان باب تحريم الكبر وبيانه) اهو تڪبر، غرور ۽ وڏائي الله کي سخت ناپسند آهي. حديث شريف ۾ آهي تہ "اهو شخص جنت ۾ نہ ويندو جنهن جي دل ۾ هڪ ذري جيترو تڪبر ۽ وڏائي هوندي. (متيون حوالو)

| | |
|---|---|
| ﴿الَّذِي لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَلَمْ يَتَّخِذْ وَلَدًا وَلَمْ يَكُنْ لَهُ شَرِيكٌ فِي الْمُلْكِ وَخَلَقَ كُلَّ شَيْءٍ فَقَدَّرَهُ تَقْدِيرًا (٢) وَاتَّخَذُوا مِنْ دُونِهِ آَلِهَةً لَا يَخْلُقُونَ | آسمانن ۽ زمين ۾ ان الله لاءِ ئي بادشاهي آهي (١) ۽ ان جي ڪا اولاد نہ آهي (٢) نہ سندس سلطنت ۾ ان جو ڪو شريڪ آهي (٣) هر شيءِ کي پيدا ڪري ان مناسب اندازي ۾ پڪيڙيو آهي. (٤)انهن الله کان سواءِ جيڪي پنهنجا معبود مقرر ڪيا آهن، اهي ڪجهہ بہ پيدا نہ ٿا |

| | |
|---|---|
| شَيْئًا وَهُمْ يُخْلَقُونَ وَلَا يَمْلِكُونَ لِأَنْفُسِهِمْ ضَرًّا وَلَا نَفْعًا وَلَا يَمْلِكُونَ مَوْتًا وَلَا حَيَاةً وَلَا نُشُورًا (٣) وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا إِنْ هَذَا إِلَّا إِفْكٌ افْتَرَاهُ وَأَعَانَهُ عَلَيْهِ قَوْمٌ آخَرُونَ فَقَدْ جَاءُوا ظُلْمًا وَزُورًا (٤)﴾(الفرقان) | ڪن بلڪ اهي پاڻ پيدا ڪيا وڃن ٿا. اهي تہ پنهنجي جان لاءِ نقصان نفعي جو اختيار بہ نہ ٿا رکن ۽ نہ موت ۽ حياتيءَ ۽ نہ ئي ٻيهر زنده ٿيڻ جا مالڪ آهن. (٥)۽ ڪافرن چيو تہ هيءُ (قرآن) تہ سندس گهڙيل ڪوڙ آهي، جنهن تي ٻين ماڻهن سندس مدد ڪئي آهي بيشڪ اهي ڪافر وڏي ظلم ۽ انتهائي درجي جي ڪوڙ جا ڏوهاري آهن. |

تشريح: (١) اها پهرين صفت آهي، يعني ڪائنات ۾ عمل دخل ڪندڙ رڳو الله جي ذات آهي، ٻيو ڪو بہ نہ آهي.

(٢) هن ۾ يهودين ۽ عيسائين ۽ انهن بعض مشرڪن عرب قبيلن جي ترديد آهي جيڪي فرشتن کي الله جو ڌيئرون چون ٿا.

(٣) ان ۾ بت پرست مشرڪن ۽ بہ الله مڃيندڙ مشرڪن جي ترديد آهي جيڪي چون ٿا تہ خير جو الله جدا ۽ شر جو الله جدا آهي.

(٤) هر شيءِ جو خالق رڳو الله تعالىٰ آهي. ان پنهنجي حڪمت ۽ مشيت مطابق پنهنجي مخلوق کي هر اها شيءِ مهيا ڪئي آهي، جيڪا ان لاءِ ضروري آهي. هر شيءِ جو موت ۽ روزي انهيءَ اڳ ۾ ئي مقرر ڪري ڇڏيو آهي.

(٥) مگر ظالم مشرڪن اهي هر طرح جون صفتون رکندڙ هڪ الله کي ڇڏي انهن ماڻهن يا شين کي معبود بڻايو آهي جيڪي پنهنجي باري ۾ به ڪو اختيار نه ٿا رکن، ڪٿي جو اهي ڪنهن ٻئي لاءِ ڪجهه ڪرڻ جو اختيار رکن. ان کان بعد نبوت جي منڪرن جي شبهن کي دور ڪيو وڃي ٿو.

## الله کان سواءِ جن کي پڪارن ٿا اهي پاڻ ڪوشش ۾ هوندا آهن ته ڪين الله جي ويجهڙائي حاصل ٿئي

| | |
|---|---|
| ﴿قُلِ ادْعُوا الَّذِينَ زَعَمْتُمْ مِنْ دُونِهِ فَلَا يَمْلِكُونَ كَشْفَ الضُّرِّ عَنْكُمْ وَلَا تَحْوِيلًا(٥٦) أُولَئِكَ الَّذِينَ يَدْعُونَ يَبْتَغُونَ إِلَى رَبِّهِمُ الْوَسِيلَةَ أَيُّهُمْ أَقْرَبُ وَيَرْجُونَ | چئو ته الله کان سواءِ جن کي توهان معبود سمجهيو ٿا انهن کي پڪاريو، اهي نه توهان جي ڪا تڪليف ٽاري سگهن ٿا ۽ نه ان کي هٽائي سگهن ٿا.جن کي اهي پڪارين ٿا اهي به پنهنجي رب جي ويجهڙائي ۽ قرب جي تلاش ۾ رهن ٿا ته منجهائن ڪنهن کي ان جو قرب حاصل ٿئي |

| | |
|---|---|
| رَحْمَتَهُ وَيَخَافُونَ عَذَابَهُ إِنَّ عَذَابَ رَبِّكَ كَانَ مَحْذُورًا (٥٧)﴾ (الإسراء) | تو. اهي خود سندس رحمت جي اميد رکن ٿا ۽ ان جي عذاب کان خوف رکن ٿا (١) بيشڪ تنهنجي رب جو عذاب خوف جهڙي شيءِ آهي. |

تشريح: (١) مٿي بيان ڪيل آيت ۾ ''مِن دُونِ اللّٰهِ'' مان مراد فرشتن ۽ بزرگن جون تصويرون ۽ مجسما آهن جن جي مشرڪ عبادت ڪن ٿا يا سيدنا عزير ۽ مسيح عليهما السلام آهن جنهن کي يهودي ۽ عيسائي الله جو پٽ چون ٿا ۽ انهن کي الله جي صفتن جو مالڪ مڃين ٿا يا اهي جنات آهن جيڪي مسلمان ٿيا هئا ۽ مشرڪ سندن عبادت ڪن ٿا. انهيءَ ڪري هن آيت ۾ ٻڌايو وڃي ٿو تہ اهي تہ پاڻ پنهنجي رب جي قرب تلاش ڪرڻ جي ڪوشش ۽ تلاش ۾ رهن ٿا ۽ ان جي رحمت جي اميد رکن ٿا ۽ ان جي عذاب کان ڊڄن ٿا ۽ اها صفت بي جان شين ۾ نہ آهي. هن آيت مان ظاهر ٿيو تہ ''مِن دُونِ اللّٰهِ'' يعني الله کان سواءِ جن جي عبادت ڪجي ٿي اهي رڳو پٿر جون مورتيون نہ، پر الله جا ٻانها بہ آهن جن مان ڪي فرشتا، ڪي الله جا نيڪ ٻانها، ڪي نبي سڳورا آهن. "پنهنجي رب جي ويجهڙائي جي تلاش ۾ رهن ٿا." جو مطلب آهي تہ نيڪ ڪمن جي ذريعي الله جو قرب ڳولين ٿا. ان کي قرآن مجيد "الوسيلة" چوي ٿو. اهو "وسيلو" مراد نہ آهي جنهن کي قبرن جا پوڄاري ظاهر ڪن

تا ته مئل ماڻهن جي نالن جي نذر نياز ڪريو، سندن قبرن تي غلاف چاڙهيو ۽ ميلا نيلا منعقد ڪريو ۽ انهن کان فرياد رسي ۽ مدد طلب ڪريو چاڪاڻ ته اهو وسيلو نه بلڪ اها سندن عبادت آهي، جيڪو شرڪ آهي. الله تعالىٰ هر مسلمان کي ان کان محفوظ رکي.

## مڪي جي مشرڪن جو عقيدو ته هر شيءِ جو اختيار الله جي هٿ ۾ آهي.

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ لِمَنِ الْأَرْضُ وَمَنْ فِيهَا إِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُونَ (٨٤) سَيَقُولُونَ لِلَّهِ قُلْ أَفَلَا تَذَكَّرُونَ (٨٥) قُلْ مَنْ رَبُّ السَّمَاوَاتِ السَّبْعِ وَرَبُّ الْعَرْشِ الْعَظِيمِ (٨٦) سَيَقُولُونَ لِلَّهِ قُلْ أَفَلَا تَتَّقُونَ (٨٧) قُلْ مَنْ بِيَدِهِ مَلَكُوتُ كُلِّ شَيْءٍ وَهُوَ يُجِيرُ وَلَا يُجَارُ عَلَيْهِ إِنْ كُنْتُمْ تَعْلَمُونَ (٨٨) سَيَقُولُونَ لِلَّهِ قُلْ فَأَنَّى تُسْحَرُونَ | چؤ ته زمين ۽ جيڪي منجهس آهي اهوڪنهن جو آهي جيڪڏهن توهان ڄاڻو ٿا؟سگهوئي چوندا ته الله جو آهي. چؤ ته ڇا پوءِ توهان نصيحت حاصل نه ٿا ڪريو. چؤ ته ستن آسمانن ۽ عرش عظيم جو رب ڪير آهي؟سگهوئي چوندا ته الله! چؤ ڇا پوءِ توهان ڊڄو نه ٿا؟ (١)چؤ ڪنهن جي هٿ ۾ هر شيءِ جو اختيار آهي؟ ۽ اهو پناهه ڏئي ٿو (٢)ان جي مقابلي ۾ ڪنهن کي پناهه نٿي ڏئي سگهجي(٣) جيڪڏهن توهان ڄاڻوٿا؟ سگهوئي |

| | |
|---|---|
| (٨٩) بَلْ أَتَيْنَاهُمْ بِالْحَقِّ وَإِنَّهُمْ لَكَاذِبُونَ (٩٠) مَا اتَّخَذَ اللَّهُ مِنْ وَلَدٍ وَمَا كَانَ مَعَهُ مِنْ إِلَهٍ إِذًا لَذَهَبَ كُلُّ إِلَهٍ بِمَا خَلَقَ وَلَعَلَا بَعْضُهُمْ عَلَى بَعْضٍ سُبْحَانَ اللَّهِ عَمَّا يَصِفُونَ (٩١) عَالِمِ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ فَتَعَالَى عَمَّا يُشْرِكُونَ (٩٢)﴾(المؤمنون) | چوندا تہ الله! چؤ تہ پوءِ توهان تي ڪٿان ٿو جادو ڪيو وڃي؟(٤) الله تعالیٰ ڪنهن کي نہ پنهنجو پٽ بنايو آهي ۽ نہ ئي ان سان گڏ ڪو ٻيو معبود آهي. نہ تہ هر معبود پنهنجي پنهنجي مخلوق کي وٺي وڃي ها ۽ هڪٻئي تي اڳرائي ڪن ها. جيڪي ناهہ اهي ناهين تا الله انهن کان پاڪ آهي.ڳجهہ ۽ حاضر جو ڄاڻندڙ آهي، جيڪي شرڪ ڪن ٿا ان کان مٿانهون آهي. |

**تشريح:** (١) يعني جڏهن توهان پاڻ مڃيو ٿا تہ زمين ۽ ان ۾ موجود سيني شين جو خالق هڪ الله ئي آهي ۽ آسمان ۽ عرش عظيم جو مالڪ بہ اهو ئي آهي تہ پوءِ توهان کي اهو تسليم ڪرڻ ۾ شڪ ڇو آهي تہ عبادت جي لائق بہ رڳو هڪ الله ئي آهي؟ توهان ان جي وحدانيت کي تسليم ڪري ان جي عذاب کان بچڻ جو بندوبست ڇو نٿا ڪريو؟.

(٢) يعني جنهن جي اهو حفاظت ڪرڻ گهري ۽ ان کي پنهنجي پناهه ۾ رکي، ڇا ان کي ڪو نقصان رسائي سگهي ٿو؟

(٣) يعني جنهن کي اهو فائدو رسائڻ گهري، ڇا الله تعالىٰ کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا اهڙي هستي آهي جيڪا ان کي نقصان پهچائي؟ ۽ الله جي پيٽ ۾ ڪيس پنهنجي پناهه ۽ پلاند ۾ وٺي؟

(٤) يعني پوءِ توهان جي عقلن کي ڇا ٿيو آهي جو انهيءَ اعتراف، اقرار، مڃتا علم جي باوجود توهان ٻين کي ان جي عبادت ۾ شريڪ ڪريو ٿا؟ قرآن مجيد جي ان وضاحت مان معلوم ٿيو ته مڪي جا مشرڪ الله تعالىٰ جي ربوبيت، ان جي خالقيت، مالڪيت، ۽ رزاقيت جا منڪر نه هئا. الله تعالىٰ جون اهي سڀ صفتون مڃيندا هئا. ڪين رڳو توحيد الوهيت کان انڪار هو يعني رڳو هڪ الله جي عبادت نه ڪندا هئا بلڪ ان ۾ ٻين کي به ڀاڱي ڀائيوار ڪندا هئا. ان ڪري نه ان جو آسمان ۽ زمين جي پيدا ڪرڻ يا ان جي انتظام ۾ ڪو ٻيو شريڪ آهي بلڪ صرف ۽ صرف هن غلط فهميءَ جي ڪري ته اهي به الله تعالىٰ جا نيڪ ٻانها هئا، انهن کي به الله تعالىٰ ڪي اختيار ڏنا آهن ۽ اسين سندن ذريعي الله تعالىٰ جو قرب ۽ ويجهڙائي حاصل

ڪريون ٿا. اهوئي مغالطو موجوده زماني جي بدعتي ۽ مرده پرست مشرڪن کي آهي جنهن جي آڌار تي مئن کي مدد جي لاءِ پڪارين ٿا، سندن نالن جي نذر نياز پيش ڪن ٿا ۽ ڪين الله جي عبادت ۾ شريڪ ڪن ٿا. حالانڪ الله تعالىٰ ڪٿي بہ اهو نہ فرمايو آهي تہ مون ڪنهن مئل بزرگ، وليءَ يا نبيءَ کي ڪي اختيار سونپي ڇڏيا آهن، سندن ذريعي ۽ وسيلي سان منهنجو قرب حاصل ڪريو يا ڪين مدد لاءِ پڪاريو، يا سندن نالن جي نذر نياز ڏيو. تنهن ڪري اڳتي الله تعالىٰ فرمائي ٿو تہ اسان حق پهچائي ڇڏيو يعني مٿن چڱي طرح پڌرو ڪري ڇڏيو آهي تہ الله تعالىٰ کان سواءِ ٻيو ڪو معبود نہ آهي. جيڪڏهن ٻين کي اهي الله جي عبادت ۾ شريڪ ڪن ٿا تہ ان ڪري نہ تہ وٽن ان لاءِ ڪو دليل ۽ ثابتي آهي، هرگز نہ! بلڪ رڳو ٻين کي ڏسندي ۽ ابن ڏاڏن جي تقليد ڪندي شرڪ جو ڏوهہ ڪن ٿا. ورنہ درحقيقت اهي صفا ڪوڙا آهن، الله تعالىٰ جي نہ ڪا اولاد آهي نہ ان جو ڀاڱي ڀائيوار آهي. ائين هجي ها تہ هر شريڪ پنهنجي پنهنجي حصي جي مخلوق جو انتظام پنهنجي مرضيءَ سان ڪري ها ۽ هر هڪ شريڪ ٻئي تي غالب اچڻ جي جو ڪوشش ڪري ها. جڏهن ائين نہ آهي، ڪائنات جي نظام ۾ اهڙي ڪا ڪشمڪش نہ آهي تہ پوءِ يقين ڄاڻو تہ الله تعالىٰ

انهن سيني ڳالهين کان پاڪ ۽ مٿانهون آهي جيڪي مشرڪ ان جي باري ۾ چون ٿا.

﴿ وَلَئِنْ سَأَلْتَهُمْ مَنْ خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ لَيَقُولُنَّ اللَّهُ فَأَنَّى يُؤْفَكُونَ (٦١) اللَّهُ يَبْسُطُ الرِّزْقَ لِمَنْ يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ وَيَقْدِرُ لَهُ إِنَّ اللَّهَ بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ (٦٢) وَلَئِنْ سَأَلْتَهُمْ مَنْ نَزَّلَ مِنَ السَّمَاءِ مَاءً فَأَحْيَا بِهِ الْأَرْضَ مِنْ بَعْدِ مَوْتِهَا لَيَقُولُنَّ اللَّهُ قُلِ الْحَمْدُ لِلَّهِ بَلْ أَكْثَرُهُمْ لَا يَعْقِلُونَ (٦٣) وَمَا هَذِهِ الْحَيَاةُ الدُّنْيَا إِلَّا لَهْوٌ وَلَعِبٌ وَإِنَّ الدَّارَ الْآخِرَةَ لَهِيَ الْحَيَوَانُ لَوْ كَانُوا يَعْلَمُونَ (٦٤) فَإِذَا

۽ جيڪڏهن ڪانئن پڇندين تہ آسمانن ۽ زمين کي ڪنهن خلقيو ۽ ڪنهن سج ۽ چنڊ کي تابعدار ڪيو تہ ضرور چوندا تہ الله(١)پوءِ ڪيڏانهن ٿا اُلٽا ڦيرايا وڃن؟ (٢) الله تعالىٰ پنهنجن ٻانهن مان جنهن کي گهري تو ڪشادي روزي ڏي تو ۽ (جنهن کي گهري تو) ان جي روزي تنگ ڪري تو (٣)بيشڪ الله هر شيءِ جو علم رکي تو. (٤)۽ جيڪڏهن ڪانئن پڇندين تہ آسمان کان پاڻي ڪير لاهي تو جنهن جي ذريعي زمين جي ويران ٿيڻ جي بعد ان کي جياري تو؟ ضرور چوندا تہ الله! چئو تہ سڀ ساراهہ الله لاءِ آهي. بلڪ انهن مان گهڻا عقل مان ڪم نہ ٿا وٺن. (٥)دنيا جي هيءَ حياتي رڳو راند روند ۽ کيل

| | |
|---|---|
| رَكِبُوا فِي الْفُلْكِ دَعَوُا اللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ الدِّينَ فَلَمَّا نَجَّاهُمْ إِلَى الْبَرِّ إِذَا هُمْ يُشْرِكُونَ (٦٥) لِيَكْفُرُوا بِمَا آتَيْنَاهُمْ وَلِيَتَمَتَّعُوا فَسَوْفَ يَعْلَمُونَ (٦٦)﴾ (العنكبوت) | تماشو آهي(٦)۽ آخرت جي حياتي ئي حقيقي حياتي آهي (٧)ڪاش! اهي ڄاڻن. (٨)پوءِ جڏهن ٻيڙيءَ ۾ چڙهن ٿا تہ پنهنجي دين کي الله لاءِ خالص ڪندي پڪارين ٿا. پوءِ جڏهن انهن کي خشڪي ڏانهن نجات ڏئي ٿو تہ اهي شرڪ ڪن ٿا. (٩)تان تہ جيڪي اسان کين ڏنو آهي ان جو ڪفر ڪن ۽ (پلي) فائدو وٺن، پوءِ سگهوئي ڄاڻندا. (١٠) |

تشريح: (١) يعني اهي مشرڪ جيڪي مسلمانن کي رڳو توحيد جي ڪري تڪليف پهچائين ٿا جيڪڏهن انهن کان پڇجي تہ آسمان ۽ زمين جو پيدا ڪندڙ، ۽ سج ۽ چنڊ کي پنهنجي پنهنجي مدار (گول چڪر) ۾ هلائڻ وارو ڪير آهي؟ تہ اهو تسليم ڪرڻ کان سواءِ انهن لاءِ ڪا واهہ ۽ وات نہ رهندي تہ سڀ ڪجهہ ڪرڻ وارو الله آهي.

(٢) يعني انهن دليلن، ۽ ان مڃتا کان بعد بہ حق کان منهن ڦيرائڻ ۽ ٻني ڏيئي ڀڄڻ تعجب جوڳي ڳالهہ آهي.

(٣) اهو مسلمانن تي مشرڪن جي اعتراض جو جواب آهي جيڪي چوندا هئا تہ جيڪڏهن توهان حق تي آهيو تہ پوءِ

غريب ۽ ڪمزور ڇو آهيو؟ الله تعالىٰ ارشاد فرمايو تہ رزق جي ڪشادگي ۽ ڪمي سندس اختيار ۽ حڪم سان آهي. پنهنجي حڪمت ۽ دانائيءَ مطابق جنهن کي چاهي ٿو وڏيڪ ڏئي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو گهٽ ڏئي ٿو ان جو تعلق سندس راضپي يا ناراضگيءَ سان نہ آهي.

(٤) چاڪاڻ تہ جيڪڏهن انهن کي عقل هجي ها تہ پنهنجي رب سان پٿرن ۽ مٽن کي ڀاڱي ڀائيوار نہ بڻائين ها ۽ نہ ئي سندن ڪردار ۾ اها ڪمزوري ۽ تضاد هجي ها جو الله تعالىٰ کي خالق ۽ رب مڃڻ جي باوجود بتن ۽ بزرگن کي بہ حاجت روا ۽ عبادت جي لائق سمجهن ٿا.

(٦) يعني جنهن دنيا داريءَ کين آخرت کان انڌو ۽ ان لاءِ سامان گڏ ڪرڻ کان غافل ڪري ڇڏيو آهي ان جي حيثيت راند روند کان وڌيڪ نہ آهي. ڪافر دنيا جي ڪاروبار ۾ مشغول رهي ٿو. رات ڏينهن ان لاءِ محنت ڪري ٿو، پر جڏهن مري ٿو تہ خالي هٿين وڃي ٿو، جيئن ٻار سڄو ڏينهن مٽيءَ جي رانديڪن سان کيڏندا آهن پوءِ خالي هٿين گهرن ڏانهن موٽندا آهي. کين ٿڪاوٽ کان سواءِ ڪجهہ نصيب نہ ٿيندو آهي.

(٧) انهيءَ ڪري اهڙا چڱا ڪم ڪرڻ گهرجن جن سان آخرت جو گهر چڱو ٿئي.

(٨) چاڪاڻ تہ جيڪڏھن اھي      اھا ڳالھ ڄاڻين ھا تہ آخرت ڪان بي پرواھ ٿي دنيا پرستيءَ ۾ رڌل نہ رھن ھا. ان ڪري ان جو علاج شريعت جو علم آھي رڳو شريعت جو علم.

(٩) مشرڪن جي انھيءَ تضاد ۽ اڏنگي چال کي قرآن مجيد ۾ ڪيترن ھنڌن تي بيان ڪيو ويو آھي انھيءَ تضاد کي سيدنا عڪرمہ سمجھي ويو ھو جنھن جي ڪري ان کي اسلام قبول ڪرڻ جي توفيق حاصل ٿي ھئي.

(١٠)

يعني ڪفر ڪرڻ جي باوجود انھن کي دنيا جي زندگيءَ ۾ جيڪي ٿورو گھڻو فائدو حاصل رھيو آھي. ان مان اھو نہ سمجھن تہ کين سندن ڪفر ۽ شرڪ جي ڪا سزا ئي نہ ملندي. ھرگز نہ! سگھوئي سندن ڪرتوتن جي کين بڇڙي سزا ملندي، تڏھن کين معلوم ٿيندو تہ الله جا رسول کين الله جي عذاب کان ڊيڄاريندا ھئا تہ اھا رڳو خالي ڌمڪي نہ ھئي.

## الله ڪان سواءِ جن کي پڪارين ٿا اھي مک بہ پيدا ڪري نٿا سگھن!

| | |
|---|---|
| ﴿يَا أَيُّهَا النَّاسُ ضُرِبَ مَثَلٌ فَاسْتَمِعُوا لَهُ إِنَّ | انسانو! ھڪ مثال بيان ڪجي ٿو. غور سان ٻڌو! الله ڪان سواءِ جن |

| | |
|---|---|
| الَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ لَنْ يَخْلُقُوا ذُبَابًا وَلَوِ اجْتَمَعُوا لَهُ وَإِنْ يَسْلُبْهُمُ الذُّبَابُ شَيْئًا لَا يَسْتَنْقِذُوهُ مِنْهُ ضَعُفَ الطَّالِبُ وَالْمَطْلُوبُ (٧٣) مَا قَدَرُوا اللَّهَ حَقَّ قَدْرِهِ إِنَّ اللَّهَ لَقَوِيٌّ عَزِيزٌ (٧٤)﴾(الحج) | كي پڪاريو ٿا اهي هڪ مک بہ پيدا ڪري نٿا سگهن، جيتوڻيڪ اهي سڀ گڏ ٿين (١) ۽ جيڪڏهن مک انهن کان ڪا شيءِ ڪسي تہ اهي ان کان ڪسي بہ نٿا سگهن (٢) طالب(پڪاريندڙ)۽مطلوب (معبود، جنهن کي پڪارجي، ٻئي) هيڻا ۽ ڪمزور آهن. (٣)اللّٰہ جو جيترو حق آهي، اوترو ان جو قدر نٿا سڃاڻن (٤) بيشڪ الله طاقتور ۽ زبردست آهي |

تشريح: (١) يعني توهان جا اهي باطل معبود، جن کي توهان الله کان سواءِ مدد لاءِ پڪاريو ٿا، سڀ گڏجي هڪ انتهائي گهٽ درجي جي مخلوق مک پيدا ڪرڻ گهرن تہ اها بہ پيدا ڪري نہ سگهندا. تڏهن بہ توهان انهن هيڻن ۽ بي وس (هٿ ٺوڪيل معبودن) کي پنهنجو حاجت روا سمجهو ٿا تہ توهان جي عقلن تي افسوس آهي. ان مان معلوم ٿيو تہ الله کان سواءِ جن جي عبادت ڪئي وڃي ٿي، اهي رڳو پٿر جون مورتون نہ آهن (جيئن موجوده زماني ۾ قبرپرستيءَ جو جواز پيش ڪرن لاءِ ماڻهو چوندا آهن) بلڪ عقل ۽ شعور رکندڙ آهن، يعني اهي الله جا نيڪ ٻانها آهن، جن جي مرڻ

ڪان پوءِ ماڻهن ڪين الله جو پائيوار ۽ حصيدار ٺهرايو، ان ڪري الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته اهي سڀ گڏجي به تمام حقير شيءِ مک به پيدا ڪري نٿا سگهن. چاڪاڻ ته پٿر جي بي جان مورتين کي اهڙو چئلنج ڏئي نٿو سگهجي.

(٢) سندن بي وسي ۽ هيٺائي جو هيءُ وڏيڪ اظهار آهي ته مک پيدا ڪرڻ ته وڏي ڳالهه آهي. مک جيڪڏهن ڪانئن ڪا شيءِ ڪسي، ان ڪان واپس به وٺي نٿا سگهن.

(٣) هتي "طالب" مان مراد هٿ ٺوڪيا معبود ۽ "مطلوب" مان مراد مک آهي. ڪي چون ٿا ته "طالب" مان مراد پوڄاري ۽ مطلوب مان مراد باطل معبود آهن. نبي ﷺ جن حديث قدسيءَ ۾ باطل معبودن جي بي وسيءَ جو ذڪر هنن لفظن ۾ ڪيو ويو آهي ته الله تعالىٰ فرمائي ٿو: ان کان وڏيڪ ظالم ڪير آهي جيڪو مون وانگر (مخلوق) پيدا ڪرڻ گهري، جيڪڏهن منجهس واقعي اهڙي قدرت آهي ته پوءِ ڪيس جڳائي ته هڪ ذرو يا جوَ جو هڪ داڻو ئي پيدا ڪري ڏيکاري. (صحيح بخاري ڪتاب اللباس باب لاتدخل الملئكة بيت فيه قلب ولاصورة)

(٤) اهوئي سبب آهي ته ماڻهو بي وس مخلوق کي الله جو ڀاڱي ڀائيوار ۽ حصيدار ٺهرائين ٿا. جيڪڏهن ڪين الله تعالىٰ جي عظمت ۽ جلالت، ان جي قدرت ۽ طاقت ۽ سندس

بي پناهيءَ جو صحيح اندازو ۽ علم هجي تہ ڪڏهن بہ اهي سندس بادشاهي ۾ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪن.

## الله جو تعارف

| | |
|---|---|
| ﴿أَمْ لَهُمْ إِلَهٌ غَيْرُ اللَّهِ سُبْحَانَ اللَّهِ عَمَّا يُشْرِكُونَ(٤٣)﴾(الطور) | ڇا الله کان سواءِ سندن ڪو معبود آهي؟ (هرگز نہ!) الله تعالىٰ سندن شرڪ کان پاڪ آهي |

| | |
|---|---|
| ﴿هُوَ اللَّهُ الَّذِي لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ عَالِمُ الْغَيْبِ وَالشَّهَادَةِ هُوَ الرَّحْمَنُ الرَّحِيمُ (٢٢) هُوَ اللَّهُ الَّذِي لَا إِلَهَ إِلَّا هُوَ الْمَلِكُ الْقُدُّوسُ السَّلَامُ الْمُؤْمِنُ الْمُهَيْمِنُ الْعَزِيزُ الْجَبَّارُ الْمُتَكَبِّرُ سُبْحَانَ اللَّهِ عَمَّا يُشْرِكُونَ (٢٣) هُوَ اللَّهُ الْخَالِقُ الْبَارِئُ الْمُصَوِّرُ لَهُ الْأَسْمَاءُ الْحُسْنَى يُسَبِّحُ لَهُ مَا فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَهُوَ الْعَزِيزُ الْحَكِيمُ | الله اهو آهي جنهن کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. ڳجهہ ۽ ظاهر (١) جو ڄاڻندڙ (۽) مهربان رحم ڪندڙ آهي.اهو ئي الله آهي جنهن کان سواءِ ڪو معبود نہ آهي. بادشاهہ، مقدس ۽ پاڪ" سلامتي ۽ امن ڏيندڙ، نگهبان، غالب وڏائي جو مالڪ، جيڪو شرڪ اهي ڪن ٿا ان کان پاڪ آهي.اهو ئي خلقڻهار (٢) پيدا ڪندڙ، شڪل صورت ناهيندڙ آهي. ان جا سهڻا نالا آهن (٣) آسمانن ۽ |

| | |
|---|---|
| زمين ۾ جيڪي آهي (سڀ) سندس ساراهه ڪن ٿا ۽ اهو غالب دانائي جو مالڪ آهي. (٤) | (٢٤)﴾(الحشر) |

تشريح: (١) يعني جن کي الله تعالىٰ پنهنج ٻانهن تائين پنهنجو پيغام پهچائڻ لاءِ چونڊيو، تان تہ ماڻهو رڳو هڪ الله جي عبادت ڪن.

(٢) هيءُ سوال اقراري آهي يعني الله تعالىٰ جي عبادت چڱي آهي. ڇاڪاڻ تہ انهن جو خالق، مالڪ، رازق اهو ئي آهي، پوءِ ٻيلا عبادت جو حقدار ڪو ٻيو ڪيئن ٿي سگهي ٿو؟ جيڪو نہ ڪنهن شيءِ جو خالق، نہ رازق ۽ نہ مالڪ. لفظ "خيراً" جيتوڻيڪ اسم تفضيل جو صيغو آهي، پر هتي تفضيل جي معنىٰ ۾ نہ آهي. عام چڱائي جي معنىٰ ۾ آهي، يعني باطل معبود ڪنهن ڀلائي جي ڪا سگهہ ئي نٿا رکن.

(٣) هتان پوئين جملي جي تشريح ۽ ان جا دليل ڏنا وڃن ٿا تہ الله پيدائش، رزق ۽ انتظام ڪرڻ ۾ اڪيلو آهي، ڪو سندس شريڪ نہ آهي. فرمايائين تہ آسمانن کي ايترو مٿي ۽ ايترو خوبصورت ناهڻ وارو، انهن ۾ چمڪندڙ چنڊ، روشن تارا ۽ گهمندڙ ڦرندڙ سيارا جوڙيندڙ، ساڳي طرح زمين کي خلقيندڙ ۽ ان ۾ جبل، نهرون، چشما، سمنڊ، وڻ ٻوٽا

اپائيندڙ ۽ طرحين طرحين جا پکي ۽ حيوان خلقيندڙ ۽ آسمان مان پاڻي وسائي ان جي ذريعي باغ ڦُٽائيندڙ ڪير آهي؟ چا توهان مان ڪو آهي جيڪو زمين مان وڻ ٽڻ پيدا ڪري؟ انهن سڀني سوالن جي جواب ۾ مشرڪ بہ چون ٿا ۽ مڃين ٿا تہ اهو سڀ ڪجھ ڪرڻ واري ذات هڪ الله جي آهي. جيئن قرآن مجيد ۾ بہ هنڌ آهي (مثلا سوره عنڪبوت، ٦٣)

(٤) يعني انهن سڀني حقيقتن جي باوجود چا ڪا بہ هستي آهي جيڪا الله تعالىٰ سان گڏ عبادت جي لائق هجي يا جنهن ڪا شيءِ پيدا ڪئي هجي؟ بلڪ ڪو بہ اهڙو نہ آهي جنهن ڪا شيءِ خلقي هجي يا جيڪو عبادت جو لائق هجي. "امن" ڪان بعد وارين جو مطلب آهي تہ چا اها ذات جيڪا انهن سڀني شين جي خالق آهي، ان شخص وانگر آهي جيڪو ڪجھ خلقي ۽ جوڙي نٿو سگهي؟ (ابن ڪثير)

| | |
|---|---|
| ﴿قُلِ الْحَمْدُ لِلَّهِ وَسَلَامٌ عَلَى عِبَادِهِ الَّذِينَ اصْطَفَى آللَّهُ خَيْرٌ أَمَّا يُشْرِكُونَ (٥٩) أَمَّنْ خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ وَأَنْزَلَ لَكُمْ مِنَ السَّمَاءِ | چؤ تہ سڀ ساراهہ الله جي آهي ۽ سلامتي سندس چونڊيل ٻانهن تي آهي. (١) چا الله چڱو آهي يا اهي جن کي اهي شريڪ ٺهرائين ٿا. (٢) ڪنهن آسمانَ ۽ زمين خلقيا ۽ توهان لاءِ آسمان مان پاڻي لاٿو. پوءِ ان سان ساوا رونق وارا باغ اپايائين. توهان لاءِ تہ ممڪن ئي نہ |

| | |
|---|---|
| مَاءً فَأَنْبَتْنَا بِهِ حَدَائِقَ ذَاتَ بَهْجَةٍ مَا كَانَ لَكُمْ أَنْ تُنْبِتُوا شَجَرَهَا أَئِلَهٌ مَعَ اللَّهِ بَلْ هُمْ قَوْمٌ يَعْدِلُونَ (٦٠) أَمَّنْ جَعَلَ الْأَرْضَ قَرَارًا وَجَعَلَ خِلَالَهَا أَنْهَارًا وَجَعَلَ لَهَا رَوَاسِيَ وَجَعَلَ بَيْنَ الْبَحْرَيْنِ حَاجِزًا أَأَلَهٌ مَعَ اللَّهِ بَلْ أَكْثَرُهُمْ لَا يَعْلَمُونَ (٦١) أَمَّنْ يُجِيبُ الْمُضْطَرَّ إِذَا دَعَاهُ وَيَكْشِفُ السُّوءَ وَيَجْعَلُكُمْ خُلَفَاءَ الْأَرْضِ أَأَلَهٌ مَعَ اللَّهِ قَلِيلًا مَا تَذَكَّرُونَ (٦٢) أَمَّنْ يَهْدِيكُمْ فِي ظُلُمَاتِ الْبَرِّ وَالْبَحْرِ وَمَنْ يُرْسِلُ | آهي تہ انهن جا وڻ اپايو (٣) ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو معبود آهي؟ (٤) بلڪ اهي ماڻهو سڌي واٽ کان ٿڙي چڪا آهن. (٥) ڇا اهو (الله) جنهن زمين کي رهڻ جوڳي جاءِ بڻايو (٦) ۽ ان جي درميان نهرون وهايائين ۽ ان جبل کوڙيائين ۽ ٻن سمنڊن جي درميان رڪاوٽ ۽ پردو قائم ڪيائين (٧) ڇا الله سان گڏ ڪو ٻيو معبود آهي؟ بلڪ انهن مان گهڻا نٿا ڄاڻن.يا ڪير پريشان حال انسان جي دعا ٻڌي ٿو ۽ ان تان تڪليف ٽاري ٿو(٨)۽ توهان کي زمين ۾ هڪ ٻئي جي پويان آڻي ٿو، ڇا ان الله سان گڏ ڪو معبود آهي؟ توهان گهٽ نصيحت حاصل ڪريو ٿا.ڇا جيڪو (الله) توهان کي سُڪَ ۽ پاڻيءَ ۾ اونداهين ۾ واٽ ڏيکاري ٿو ۽ جيڪو پنهنجي رحمت کان خوشخبري ڏيندڙ هوائون موڪلي ٿو. ڇا ان الله سان |

| | |
|---|---|
| الرِّيَاحَ بُشْرًا بَيْنَ يَدَيْ رَحْمَتِهِ أَأَلَٰهٌ مَعَ اللَّهِ تَعَالَى اللَّهُ عَمَّا يُشْرِكُونَ (٦٣) أَمَّنْ يَبْدَأُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيدُهُ وَمَنْ يَرْزُقُكُمْ مِنَ السَّمَاءِ وَالْأَرْضِ أَأَلَٰهٌ مَعَ اللَّهِ قُلْ هَاتُوا بُرْهَانَكُمْ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ(٦٤)﴾ (النمل) | گڏ ڪو ٻيو معبود آهي جنهن کي اهي شريڪ ڪن ٿا؟ الله ان کان تمام مٿانهون آهي. ڇا جيڪو مخلوق جي ابتدا ڪري ٿو، پوءِ ان کي وري ٻيهر پيدا ڪندو ۽ جيڪو توهان کي آسمان ۽ زمين مان رزق ڏئي ٿو، ڇا ان سان گڏ ڪو معبود آهي؟ چئو توهان پنهنجو دليل آڻيو جيڪڏهن سچا آهيو. |

**تشريح:** (١) ان جو ٻيو ترجمو هي آهي ته اهي الله جا ڪي پائيوار نهرائين ٿا.

(٢) يعني زمين محڪم، ٽڪيل ۽ ڪوڙيل آهي. نه لڏي سگهي ٿي نه گهمي ڦري ٿي. جيڪڏهن ائين نه هجي ها ته هن زمين تي رهڻ هوندَ ممڪن ئي نه هجي ها. زمين تي وڏا وڏا جبلَ کوڙڻ جو قدرتي مقصد به اهو ئي آهي ته ان کي چرڻ پرڻ کان قابو ڪجي.

(٣) يعني الله ئي آهي جنهن کي مصيبت ۾ پڪارجي ٿو ۽ ان کان ئي تڪليف ۾ اميد رکجي ٿي. (لاچار) ان ڏانهن

رجوع ڪري ٿو ۽ اهو ئي   الله مصيبتون ۽ تڪليفون ٽاري ٿو. وڏيڪ ڏسو: سوره بني اسرائيل: ٦٧، سوره النمل: ٥٣)

(٤) يعني هڪ امت کان بعد ٻي امت، هڪ قوم کان بعد ٻي قوم، هڪ نسل کان بعد ٻيو نسل پيدا ڪري ٿو. جيڪڏهن سيني کي هڪ ئي وقت ۾ پيدا ڪري ها ته زمين به تنگ ٿي وڃي ها. روزگار حاصل ڪرڻ ۾ ڏکيائي ٿئي ها ۽ سڀ هڪ ٻئي سان وڙهن ها. يعني هڪ ٻئي کان بعد انسانن کي پيدا ڪرڻ ۽ هڪ کي ٻئي جو جانشين ڪرڻ ، اها به سندس وڏي مهرباني آهي.

(٥) يعني ستارن کي روشني ڏيڻ وارو ڪير آهي؟ جنهن جي ذريعي توهان اونداهين ۾ واٽ ونو ٿا؟ جبلن ۽ ماٿرين جو پيدا ڪندڙ ڪير آهي جيڪي سرحدن جو ڪم به ڏين ٿا ۽ رستن جي نشاندهي به ڪن ٿا.

(٦) يعني مينهن کان اڳ ٺڏيون هوائون هلن ٿيون، جنهن مان ظاهر ٿيندو آهي ته هاڻي مينهن وسندو ۽ ان سان قحط ۽ ڏڪار جي ستايلن ۾ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ٿي.

(٧) يعني قيامت جي ڏينهن توهان کي ٻيهر زندگي ڏيندو.

(٨) يعني آسمان مان مينهن وسائي زمين مان ان جا لڪيل خزانا، اناج، ميوا پيدا ڪري ٿو ۽ اهڙيءَ طرح آسمان ۽ زمين جي برڪتن جا دروازا کولي ٿو.

## جن کي الله تعاليٰ کان سواءِ پڪارين ٿا، تہ انهن ڪجھ پيدا نہ ڪيو آهي

| | |
|---|---|
| ﴿خَلَقَ السَّمَاوَاتِ بِغَيْرِ عَمَدٍ تَرَوْنَهَا وَأَلْقَى فِي الْأَرْضِ رَوَاسِيَ أَنْ تَمِيدَ بِكُمْ وَبَثَّ فِيهَا مِنْ كُلِّ دَابَّةٍ وَأَنْزَلْنَا مِنَ السَّمَاءِ مَاءً فَأَنْبَتْنَا فِيهَا مِنْ كُلِّ زَوْجٍ كَرِيمٍ (١٠) هَذَا خَلْقُ اللَّهِ فَأَرُونِي مَاذَا خَلَقَ الَّذِينَ مِنْ دُونِهِ بَلِ الظَّالِمُونَ فِي ضَلَالٍ مُبِينٍ (١١) وَلَقَدْ آتَيْنَا لُقْمَانَ الْحِكْمَةَ أَنِ اشْكُرْ لِلَّهِ وَمَنْ يَشْكُرْ فَإِنَّمَا يَشْكُرُ لِنَفْسِهِ وَمَنْ كَفَرَ فَإِنَّ اللَّهَ غَنِيٌّ حَمِيدٌ (١٢) وَإِذْ قَالَ | انهيءَ (الله) بغير ٿنين جي آسمان پيدا ڪيا، جن کي توهان ڏسو ٿا ۽ ان زمين ۾ جبلَ ڪوڙيا متان توهان کي لوڏي ۽ زمين ۾ هر طرح جا ساهوارا پکيڙيائين. ۽ آسمان مان پاڻي وسايون ٿا. پوءِ ان سان هر قسم جا جوڙا ڪريون ٿا.اها آهي الله جي مخلوق (١) پوءِ مون کي اها مخلوق ڏيکاريو جيڪا سواءِ ان جي (توهان جي باطل معبودن) پيدا ڪئي آهي (٢) بلڪ ظالم ڪليل گمراهيءَ ۾ آهن. ۽ بيشڪ اسان لقمان کي حڪمت ڏني (٣) تہ تون الله جو شڪر ڪر (٤) ۽ جيڪو شڪر ڪري ٿو، سو پنهنجي لاءِ شڪر ڪري ٿو ۽ جيڪو ناشڪر گذاري ڪندو تہ الله جهانن وارن کان بي پرواهہ آهي.۽ جڏهن لقمان پنهنجي پٽ کي نصيحت ڪندي |

| | |
|---|---|
| لُقْمَانُ لِابْنِهِ وَهُوَ يَعِظُهُ يَا بُنَيَّ لَا تُشْرِكْ بِاللَّهِ إِنَّ الشِّرْكَ لَظُلْمٌ عَظِيمٌ (١٣)﴾(لقمان) | چيو تہ پٽڙا! الله سان گڏ ڪنهن کي شريڪ نہ ڪر. بيشڪ شرڪ سڀ کان وڏو گناھ آهي. (٥) |

تشريح: (١) هتي لفظ "هذا" ۾ الله تعاليٰ جي انهن خلقيل شين ڏانهن اشارو آهي جيڪي گذريل آيتن ۾ بيان ڪيون ويون.

(٢) يعني جن جي توهان عبادت ڪريو ٿا ۽ انهن کي مدد لاءِ پڪاريو ٿا، انهن آسمانن ۽ زمين ۾ آخر ڪهڙي شيءِ پيدا ڪئي آهي. ڪا هڪ شيءِ تہ ٻڌايو؟ مطلب هي آهي تہ جڏهن هر شيءِ جو خالق رڳو الله تعاليٰ آهي، پوءِ سمجهڻ گهرجي تہ عبادت جو حقدار بہ رڳو اهو ئي آهي. ان کان سواءِ ڪائنات ۾ ڪا هستي ان لائق نہ آهي تہ ان جي عبادت ڪجي ۽ مدد لاءِ ڪيس پڪارجي.

(٣) سيدنا لقمان صالح ۽ نيڪ ٻانهو هو، جنهن کي الله تعاليٰ حڪمت، دانائي ۽ ديني بصيرت ۾ مٿانهون مقام عطا فرمايو هو. ان کان ڪنهن پڇيو تہ توکي اها دانائي ۽ سمجھ ڪيئن حاصل ٿي؟ فرمايائين تہ ايمانداري ۽ سچائي جي اختيار ڪرڻ ۽ اجاين ڳالهين کان خاموش رهڻ سان. سندس دانائي جو واقعو مشهور آهي تہ پاڻ غلام هو. سندس آقا ڪيس چيو تہ ٻڪري ذبح ڪري ان جا سڀ کان چڱا بہ حصا

آڏي پيش ڪر. ان زبان ۽ دل آڏي پيش ڪئي. بي پيري آقا کيس چيو تہ بڪري ذبح ڪري سندس مٽي جا بدترين حصا آڻ. انهيءَ وري بہ زبان ۽ دل آندا. جڏهن ان کان پڇيو ويو. جواب ڏنائين تہ جيڪڏهن زبان ۽ دل صحيح هوندي تہ اهي سڀ کان چڱيون شيون آهن. جيڪڏهن اهي خراب هونديون تہ ان کان بدترين ڪا بي شيءِ نہ آهي. (ابن ڪثير)

(٤) شڪر جو مطلب آهي تہ الله تعالىٰ جي نعمتن تي سندس ساراهہ ڪجي ۽ ان جي حڪم احڪامن جي بجا آوري ۽ فرمانبرداري ڪجي.

(٥) الله تعالىٰ سيدنا لقمان عليہ السلام جي سڀ کان پهرين وصيت نقل فرمائي ٿو تہ پنهنجي پٽ کي شرڪ کان روڪيائين. جنهن مان واضح ٿئي ٿو تہ ماءُ پيءُ جي لاءِ ضروري آهي تہ پنهنجي اولاد کي شرڪ کان بچائڻ جي وڏ ۾ وڏ ڪوشش ڪن.

| | |
|---|---|
| ﴿قُلِ ادْعُوا الَّذِينَ زَعَمْتُمْ مِنْ دُونِ اللَّهِ لَا يَمْلِكُونَ مِثْقَالَ ذَرَّةٍ فِي السَّمَاوَاتِ وَلَا فِي الْأَرْضِ وَمَا لَهُمْ فِيهِمَا مِنْ شِرْكٍ وَمَا لَهُ مِنْهُمْ مِنْ ظَهِيرٍ | چؤ تہ الله کان سواءِ جن کي (معبود) ڀانيو ٿا انهن کي پڪاريو ٿاہ اهي آسمان ۽ زمين ۾ ذري جيترو اختيار بہ نٿا رکن (١) نہ ئي انهن ٻنهي ۾ سندن ڀائيواري آهي (٢) ۽ نہ ئي انهن |

| | |
|---|---|
| (٢٢)﴾(سبأ) | ۾ الله جو ڪو مددگار آهي. (٣) |

تشريح: (١) يعني انهن کي نہ خير جو ڪو اختيار آهي، نہ شر جو. نہ ڪنهن کي فائدو پهچائڻ جي قدرت آهي، نہ نقصان کان بچائڻ جي طاقت. آسمان وزمين جو ذڪر عموم لاءِ آهي چاڪاڻ تہ سڀ شيون انهن ۾ موجود آهن.

(٢) نہ پيدائش ۾، نہ ملڪيت ۾، ۽ نہ ئي عملَ دخلَ ۾،

(٣) جيڪو ڪنهن بہ معاملي ۾ الله جي مدد ڪري، بلڪ اڪيلو الله تعالىٰ سيني اختيارن جو مالڪ آهي ۽ ڪنهن جي مدد ۽ سهڪار جي محتاجيءَ کان سواءِ سڀ ڪم ڪري ٿو.

| | |
|---|---|
| ﴿قُلْ أَرَأَيْتُمْ مَا تَدْعُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ أَرُونِي مَاذَا خَلَقُوا مِنَ الْأَرْضِ أَمْ لَهُمْ شِرْكٌ فِي السَّمَاوَاتِ اِئْتُونِي بِكِتَابٍ مِنْ قَبْلِ هَذَا أَوْ أَثَارَةٍ مِنْ عِلْمٍ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ (٤) وَمَنْ أَضَلُّ مِمَّنْ يَدْعُو مِنْ دُونِ اللَّهِ مَنْ لَا يَسْتَجِيبُ لَهُ إِلَى يَوْمِ الْقِيَامَةِ وَهُمْ عَنْ | چؤ تہ ڏسو تہ سهي! الله کان سواءِ جن کي پڪاريو ٿا، مون کي ڏيکاريو تہ انهن زمين ۾ ڪهڙي شيءِ پيدا ڪئي آهي؟ يا انهن لاءِ آسمان ۾ حصيداري آهي؟ (١) (ان بابت) مون وٽ هن کان اڳ ۾ نازل ٿيل ڪو ڪتاب يا ڪا علمي شيءِ آڻي پيش ڪريو جيڪڏهن سچا آهيو. (٢)۽ انهن کان وڌيڪ گمراهہ ڪير آهي جيڪي سواءِ الله جي انهن کي |

| | |
|---|---|
| دُعَائِهِمْ غَافِلُونَ (٥) وَإِذَا حُشِرَ النَّاسُ كَانُوا لَهُمْ أَعْدَاءً وَكَانُوا بِعِبَادَتِهِمْ كَافِرِينَ (٦) وَإِذَا تُتْلَى عَلَيْهِمْ آيَاتُنَا بَيِّنَاتٍ قَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لِلْحَقِّ لَمَّا جَاءَهُمْ هَذَا سِحْرٌ مُبِينٌ (٧)﴾<br>(الاحقاف) | پڪارين ٿا، جيڪي قيامت جي ڏينهن تائين سندن پڪار نٿا ٻڌن ۽ اهي سندن پڪارڻ کان بہ بي خبر آهن. (٣)۽ جڏهن ماڻهن کي گڏ ڪيو ويندو تہ اهي سندن دشمن ٿيندا ۽ سندن عبادت کان انڪار ڪندا. (٤)۽ جڏهن انهن تي اسان جو پڌريون آيتون پڙهجن ٿيون تہ ڪافر حق بابت جيڪو وٽن آيو آهي چون ٿا تہ هيءُ تہ پڌرو جادو آهي. |

تشريح: (١) "اَرَاَيتُمۡ" بمعنىٰ "اخبروني" يعني مون کي خبر ڏيو. يعني توهان غيرالله کي پڪاريو ٿا مون کي ڏيکاريو تہ زمين ۽ آسمان ۾ اها ڪهڙي شيءِ آهي جيڪا انهن پيدا ڪئي آهي؟ مطلب هي آهي تہ جڏهن آسمان ۽ زمين جي پيدائش ۾ سندن ڪو حصو نہ آهي، بلڪ انهن جو خالق اڪيلو الله آهي تہ پوءِ توهان ناحق معبودن کي عبادت ۾ ڇو ٿا شريڪ ڪريو؟

(٢) يعني ڪنهن نبيءَ تي لاٿل ڪتابَ يا ڪنهن نقل ڪيل روايت ۾ اها ڳالھ لکيل هجي تہ آڻي ڏيکاريو تان توهان جي

سچائي پڌري ٿئي. ڪن چيو آهي تہ "ڪتاب" مان نقلي دليل ۽ "آثارة من العلم" مان عقلي دليل مراد آهي. يعني پنهنجي دعوىٰ جي سچائيءَ جي لاءِ عقلي ۽ نقلي دليل پيش ڪريو. پهرين صورت ۾ ان کي لفظ "اثر" مان ورتل چيو وڃي ٿو. يا مطلب هي آهي تہ اڳين نبين جي تعليم جو باقي بچيل حصو جيڪو اعتماد ۽ ويساهہ جوڳي ذريعن سان نقل ٿيل هجي، ان ۾ اها ڳالهہ هجي تہ آٽي ڏيکاريو.

(٣) يعني اهي ئي سڀ کان وڏا گمراهہ آهن جيڪي پٿرن جي مورتين، ڪاٺين جي مجسمن ۽ مئن کي مدد لاءِ پڪارين ٿا. حالانڪ اهي قيامت جي ڏينهن تائين جواب ڏيڻ کان عاجز آهن ۽ عاجز ئي نہ آهن بلڪ بي خبر آهن.

(٤) قرآن مجيد ۾ ڪيترين جاين تي هيءُ مضمون بيان ٿيل آهي. مثلاً سوره يونس: ٢٩٠، سوره مريم: ٨١، ٨٢، سوره عنڪبوت: ٢٥، وغيرها من الآيات. دنيا ۾ ڪوڙن معبودن جا بہ قسم آهن:

١- هڪڙا اهي جيڪي جاندار نہ آهن جيئن پٿرن ڪاٺين، مٽيءَ جا بت ۽ قدرتي شيون (جيئن سج، چنڊ وغيره) قيامت جي ڏينهن الله تعالىٰ کين ڳالهائڻ جي سگهہ عطا فرمائيندو ۽ اهي ٻڌائيندءون تہ اسان کي ڪا ڄاڻ نہ آهي تہ هي ماڻهو ڪي اسان جي عبادت ڪندا هئا، تنهنجي بادشاهي ۽ الوهيت ۾ اسان کي ڀائيوار سمجهندا هئا. ڪي چون ٿا تہ زبان قال سان نہ زبانِ حال سان اهي حقيقت حال بيان ڪندا، والله

اعلم. ٢- معبودن جو ٻيو قسم اهو آهي جيڪي ساهوارا آهن يعني نبي سڳورا، فرشتا ۽ الله جا پيارا ٻانها مثلاً سيدنا عيسىٰ عليہ السلام ۽ ٻيا صالح ٻانها. اهي بہ الله تعالىٰ جي بارگاهہ ۾ ساڳيو جواب ڏيندا جيئن سيدنا عيسىٰ عليہ السلام جو جواب قرآن مجيد ۾ نقل ڪيو ويو آهي. ان ڪان سواءِ شيطان بہ انڪار ڪندا، جيئن قرآن مجيد ۾ سندن قول آهي: ﴿ تَبَرَّأْنَا إِلَيْكَ مَا كَانُوا إِيَّانَا يَعْبُدُونَ (٦٣)﴾(القصص) اسين بارگاهہ ۾ انهن پيروڪارن، عقيدتمندن ۽ پوڄارين ڪان بيزار آهيون. اهي اسان جي عبادت نہ ڪندا هئا.

## قيامت ۾ ڪافر سڏ ڪندا تہ جيڪر الله ۽ رسول ﷺ جي پيروي ڪيون ها ۽ پنهنجن وڏن جي ڳالهہ نہ مڃيون ها

| | |
|---|---|
| ﴿وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لَنْ نُؤْمِنَ بِهَذَا الْقُرْآنِ وَلَا بِالَّذِي بَيْنَ يَدَيْهِ وَلَوْ تَرَى إِذِ الظَّالِمُونَ مَوْقُوفُونَ عِنْدَ رَبِّهِمْ يَرْجِعُ بَعْضُهُمْ إِلَى بَعْضٍ | ۽ ڪافر چون ٿا تہ اسين نہ هن قرآن کي مڃينداسون ۽ نہ ان ڪتاب کي جيڪو اڳ لاٿو ويو آهي.[١] جيڪر ظالمن کي پنهنجي رب جي سامهون بيٺل ڏسين! هڪ ٻئي تي الزام هڻندا[٢] ڪمزور وڏائي ڪندڙن کي چوندا[٣] تہ ڪاش! توهان نہ هجو ها تہ يقينن اسين مؤمن هجون ها.(٤)وڏائي ڪندڙ ڪمزورن کي جواب ڏيندا تہ ڇا |

| | |
|---|---|
| الْقَوْلَ يَقُولُ الَّذِينَ اسْتُضْعِفُوا لِلَّذِينَ اسْتَكْبَرُوا لَوْلَا أَنْتُمْ لَكُنَّا مُؤْمِنِينَ (٣١) قَالَ الَّذِينَ اسْتَكْبَرُوا لِلَّذِينَ اسْتُضْعِفُوا أَنَحْنُ صَدَدْنَاكُمْ عَنِ الْهُدَى بَعْدَ إِذْ جَاءَكُمْ بَلْ كُنْتُمْ مُجْرِمِينَ (٣٢)﴾ (سبا) | توھا ن وٽ ھدايت اچڻ کان بعد اسان توھان کي مجڻ کان روڪيو؟ بلڪ توھان پاڻ ڏوھاري آھيو(٥)ھيٺا وڏائي ڪندڙن کي چوندا تہ بلڪ زماني جي گردش (۽ قسمت جي ڳالھ آھي )جو جڏھن اسان کي حڪم ڪندا ھئا تہ الله سان ڪفر ڪريون ۽ ان جا شريڪ نھرايون(٦) ۽ جڏھن عذاب ڏسندا تہ پشيماني لڪائيندا(٧) ڳٽ انھن جي ڳچين ۾ وجھندا سون جن ڪفر ڪيو. ڪين رڳو اھوئي بدلو ڏنو ويندو جيڪي اھي ڪن ٿا.(٨) |

تشريح: (١) يعني دنيا ۾ ڪفر ۽ شرڪ جي حوالي سان پاڻ ۾ ساٿاري ۽ ھڪ ٻئي سان محبت ڪندڙ ھئا، آخرت ۾ ھڪ ٻئي جا دشمن ھوندا ۽ ھڪ ٻئي تي الزام تراشي ڪندا.

(٢) يعني دنيا ۾ عام ماڻھو جيڪي سوچ سمجھ کان سواءِ متڪبرن جي واٽ وٺن ٿا، پنھنجن ليڊرن کي چوندا جن جي انھن تقليد ۽ پيروي ڪئي آھي.

(٣) يعني توھان ئي اسان کي رسولن ۽ حق جي داعين جي ڳالھ مجڻ کان روڪيو ھو. جيڪڏھن توھان نہ روڪيو ھا تہ يقينن اسان ايماندار ھجون ھا.

(٤) يعني اسان وٽ آخر  ڪهڙي طاقت هئي جو توهان کي هدايت جي واٽ تي هلڻ کان روڪيون ها. توهان پاڻ ان تي غور نہ ڪيو ۽ پنهنجين خواهشن سبب  ان کي قبول ڪرڻ کان پڇندا رهيا. پوءِ توهان پاڻ ڏوهاري آهيو، مگر اڄ اسان کي ڏوهاري ٻڌائي رهيا آهيو. حالانڪ توهان اهو ڪفر پنهنجي مرضيءَ سان ڪيو. ان ڪري توهان پاڻ ڏوهاري آهيو، نہ اسين!

(٥) يعني اسين ڏوهاري تڏهن ٿيون ها، جڏهن پنهنجي مرضيءَ سان رسولن کي ڪوڙو ڪريون ها. جڏهن تہ حقيقت اها آهي تہ رات ڏينهن توهان اسان کي گمراهہ ڪرڻ ۽ الله سان ڪفر ۽ شرڪ ڪرڻ لاءِ هر وقت اپاريندا رهيا، جنهن ڪري آخرڪار اسين توهان جي پيروي ڪندي ايمان جي دولت کان محروم ٿيا سون.

(٦) يعني هڪ ٻئي تي الزام هڻندا پر دل ۾ ٻئي ٽولا پنهنجي پنهنجي ڪفر ۽ شرڪ تي پشيمان هوندا. دشمن جي لعن طعن کان بچڻ خاطر پشيماني ظاهر نہ ڪندا.

(٧) يعني ايڏا وڏا زنجير جيڪي سندن هٿن کي سندن ڳچين تائين ٻڌن.

(٨) يعني ٻنهي کي سندن عملن جي سزا ملندي. ليڊرن کي پنهنجن عملن مطابق ۽ تقليد ۽ پيروي ڪندڙن کي پنهنجن عملن مطابق. ٻئي هنڌ فرمايو ويو آهي تہ:﴿ لِكُلٍّ ضِعْفٌ وَلَكِنْ لَا

تَعْلَمُونَ (٣٨)﴾ (الاعراف) هر هڪ کي ٻيڻو عذاب آهي پر توهان نٿا ڄاڻو.

## الله کان سواءِ جن کي پڪاريو ٿا اهي کجيءَ جي ککڙيءَ جي کل جا به مالڪ نه آهن

| | |
|---|---|
| ﴿يُولِجُ اللَّيْلَ فِي النَّهَارِ وَيُولِجُ النَّهَارَ فِي اللَّيْلِ وَسَخَّرَ الشَّمْسَ وَالْقَمَرَ كُلٌّ يَجْرِي لِأَجَلٍ مُسَمًّى ذَلِكُمُ اللَّهُ رَبُّكُمْ لَهُ الْمُلْكُ وَالَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ مَا يَمْلِكُونَ مِنْ قِطْمِيرٍ (١٣) إِنْ تَدْعُوهُمْ لَا يَسْمَعُوا دُعَاءَكُمْ وَلَوْ سَمِعُوا مَا اسْتَجَابُوا لَكُمْ وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ يَكْفُرُونَ بِشِرْكِكُمْ وَلَا يُنَبِّئُكَ مِثْلُ خَبِيرٍ (١٤) يَا أَيُّهَا النَّاسُ أَنْتُمُ الْفُقَرَاءُ إِلَى اللَّهِ وَاللَّهُ هُوَ الْغَنِيُّ | (الله تعالىٰ) رات کي ڏينهن ۾ ڏينهن کي رات ۾ داخل ڪري ٿو ۽ سج چنڊ کي به ان مسخر ۽ تابعدار ڪيو آهي. هر هڪ مقرر ڪيل وقت تائين هلي ٿو. اهو ئي توهان جو رب آهي(١) ان جي ئي بادشاهي آهي. الله کان سواءِ جن کي سڏيو ٿا اهي کجيءَ جي ککڙيءَ جي کل جا به مالڪ نه آهن(٢)جيڪڏهن ڪين سڏيندا ته توهان جي پڪار نه ٻڌندا (٣) ۽ جيڪڏهن ٻڌن ته توهان کي جواب نه ڏيندا (٤)۽ قيامت جي ڏينهن توهان جي شرڪ جو انڪار ڪندا (٥)۽ (الله تعالىٰ جهڙي)باخبرهستيءَ وانگر توکي ڪو خبر نه ڏيندو(٦) اي انسانؤ! |

| | |
|---|---|
| الْحَمِيدُ (١٥) إِنْ يَشَأْ يُذْهِبْكُمْ وَيَأْتِ بِخَلْقٍ جَدِيدٍ (١٦) وَمَا ذَلِكَ عَلَى اللَّهِ بِعَزِيزٍ (١٧)﴾ (فاطر) | توهان الله جي اڳيان فقير ۽ محتاج آهيو(٧)۽الله بي پرواهه(٨) ساراهيل آهي(٩) جيڪڏهن گهري ته توهان کي ختم ڪري نئين مخلوق آڻي(١٠) ۽ اها ڳالهه الله جي لاءِ مشڪل نه آهي. |

تشريح: (١) يعني الله تعالىٰ متي بيان ڪيل سڀني ڪمن جو خالق آهي.

(٢) يعني توهان جا اهي هٿ ٺوڪيا معبود ايتري گهٽ درجي جي شيءِ جا مالڪ به نه آهن. نه ان کي پيدا ڪرڻ تي قدرت رکن ٿا. " قمطير" کجيءَ جي ڪکڙيءَ جي کل جيڪا ان تي چڙهيل هوندي آهي.

(٣) يعني جيڪڏهن مصيبتن ۾ ڪين پڪاريو ٿا ته اهي توهان جو پڪارڻ نٿا ٻڌن. ڇاڪاڻ ته بي جان آهن يا قبرن ۾ دفن ٿيل آهن.

(٤) يعني جيڪڏهن فرض ڪجي ته اهي ٻڌن ٿا ته به اجايو آهي، ڇاڪاڻ ته اهي توهان جي دعا ۽ پڪار مطابق توهان جو ڪم نٿا ڪري سگهن.

(٥) ﴿مَا كُنْتُمْ إِيَّانَا تَعْبُدُونَ (٢٨)﴾ ( يونس) "توهان اسان جي عبادت نه ڪندا هئا" ﴿إِنْ كُنَّا عَنْ عِبَادَتِكُمْ لَغَافِلِينَ (٢٩)﴾ ( يونس) " اسين توهان جي عبادت کان غافل هئاسون." هن آيت مان به

معلوم ٿيو ته الله ڪانسوءِ جن جي عبادت ڪئي وڃي ٿي سڀ پٿر جون مورتيون نه آهن بلڪ ڪي عقل ۽ شعور رکندڙ هستيون (مثلاً فرشتا، نبي سڳورا، جن شيطان ۽ نيڪ ٻانها ) به آهن تڏهن اهي انڪار ڪندا. پڻ اهو به معلوم ٿيو ته ڪين حاجت پوري ڪرڻ لاءِ پڪارڻ شرڪ آهي.

(٦) چاڪاڻ ته الله وانگر ڪنهن جو علم ڪامل نه آهي، اهو ئي هر ڳالهه جي حقيقت ۽ گهرائي ڪان پوري طرح باخبر آهي. جنهن ۾ ڪوڙن معبودن جي بيوسي، پڪار ۽ دعا نه ٻڌڻ ۽ قيامت جي ڏينهن سندن انڪار ڪرڻ به شامل آهي.

(٧) اصل ۾ لفظ آهي "الناس" (ماڻهو) جنهن ۾ عام خاص تانجو نبي سڳورا ۽ نيڪ ٻانها سڀ اچن ٿا. سيئي الله جي در جا محتاج آهن پر الله ڪنهن جو محتاج نه آهي.

(٨) الله ايترو بي نياز آهي جو جيڪڏهن سڀ ماڻهو سندس نافرماني ڪن ته به سندس سلطنت ۾ ڪا ڪمي نه ايندي ۽ جيڪڏهن سيئي ماڻهو تابعدار ٿي وڃن ته ان سان سندس بادشاهيءَ ۾ واڌارو نه ايندو. ماڻهو الله جي نافرمانيءَ سان پنهنجو نقصان ڪن ٿا ۽ سندس فرمانبرداريءَ ۾ سندن پنهنجو ئي فائدو آهي.

(٩) يعني پنهنجي نعمتن جي ڪري ساراهيل آهي ان ڪري ٻانهن تي جيڪا به نعمت فرمائي اٿس ان جي ڪري ساراهه ۽ شڪر جو حقدار آهي.

(١٠) اهو بہ سندس ئي شان نيازيءَ جو هڪ مثال آهي. جيڪڏهن گهري تہ توهان کي فنا ڪري، توهان جي جاءِ تي نئين مخلوق آڻي جيڪا سندس فرمانبردار هجي. يا هي مطلب آهي تہ نئين دنيا ۽ نئين مخلوق پيدا ڪري.

## سيدنا ابراهيم عليہ السلام جو توحيد جو درس

| | |
|---|---|
| ﴿وَلَقَدْ آتَيْنَا إِبْرَاهِيمَ رُشْدَهُ مِنْ قَبْلُ وَكُنَّا بِهِ عَالِمِينَ (٥١) إِذْ قَالَ لِأَبِيهِ وَقَوْمِهِ مَا هَذِهِ التَّمَاثِيلُ الَّتِي أَنْتُمْ لَهَا عَاكِفُونَ (٥٢) قَالُوا وَجَدْنَا آبَاءَنَا لَهَا عَابِدِينَ (٥٣) قَالَ لَقَدْ كُنْتُمْ أَنْتُمْ وَآبَاؤُكُمْ فِي ضَلَالٍ مُبِينٍ (٥٤) قَالُوا أَجِئْتَنَا بِالْحَقِّ أَمْ أَنْتَ مِنَ اللَّاعِبِينَ (٥٥) قَالَ بَل رَبُّكُمْ رَبُّ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ الَّذِي فَطَرَهُنَّ وَأَنَا عَلَى ذَلِكُمْ مِنَ | بيشڪ اسان ابراهيم کي ان کان اڳ هدايت عطا ڪئيءَ بيشڪ اسين ڪيس چاڱيءَ طرح ڄاڻندڙ هئاسون.(١)جڏهن پنهنجي پيءُ ۽ پنهنجي قوم کي چيائين تہ اهي ڪهڙيون مورتيون آهن جن جا توهان مجاور بڻجي ويٺا آهيو(٢)چيائون تہ پنهنجن ابن ڏاڏن کي سندن عبادت عبادت ڪندي لڌوسون(٣)چيائين تہ توهان ۽ توهان جا ابا ڏاڏا پڌري گمراهيءَ ۾ آهن. چيائون تہ ڇا اسان وٽ حق آندو اٿئي يا ٺٺول ٺو ڪرين(٤)چيائين تہ بلڪ توهان جو پالڻهار آهي آسمانن ۽ زمين جو جن کي ان پيدا ڪيو آهي ۽ |

الشَّاهِدِينَ (٥٦) وَتَاللَّهِ
لَأَكِيدَنَّ أَصْنَامَكُمْ بَعْدَ
أَنْ تُوَلُّوا مُدْبِرِينَ (٥٧)
فَجَعَلَهُمْ جُذَاذًا إِلَّا كَبِيرًا
لَهُمْ لَعَلَّهُمْ إِلَيْهِ يَرْجِعُونَ
(٥٨) قَالُوا مَنْ فَعَلَ هَذَا
بِآلِهَتِنَا إِنَّهُ لَمِنَ الظَّالِمِينَ
(٥٩) قَالُوا سَمِعْنَا فَتًى
يَذْكُرُهُمْ يُقَالُ لَهُ إِبْرَاهِيمُ
(٦٠) قَالُوا فَأْتُوا بِهِ عَلَى
أَعْيُنِ النَّاسِ لَعَلَّهُمْ
يَشْهَدُونَ (٦١) قَالُوا
أَأَنْتَ فَعَلْتَ هَذَا بِآلِهَتِنَا
يَا إِبْرَاهِيمُ (٦٢) قَالَ بَلْ
فَعَلَهُ كَبِيرُهُمْ هَذَا
فَاسْأَلُوهُمْ إِنْ كَانُوا
يَنْطِقُونَ (٦٣) فَرَجَعُوا
إِلَى أَنْفُسِهِمْ فَقَالُوا إِنَّكُمْ
أَنْتُمُ الظَّالِمُونَ (٦٤) ثُمَّ
نُكِسُوا عَلَى رُءُوسِهِمْ

آئون توهان جي ان ڳالهه تي شاهد
آهيان.(٥) مون کي الله جو قسم
تہ توهان جي بتن جي خلاف
ضرور تدبير ڪندس بعد ان جي
جو توهان پٺي ڦيرايو(٦)پوءِ انهن
کي سواءِ سندن وڏي جي ٽڪڙا
ٽڪڙا ڪري ڇڏيائين من ان
ڏانهن موٽن(٧) چيائون تہ اسان
جي معبودن جو اهو حال ڪنهن
ڪيو آهي. بيشڪ اهو تہ ڪو وڏو
ظالم آهي(٨)چيائون تہ هڪ
نوجوان کي ان جو ذڪر ڪندي
ٻڌوسون جنهن کي ابراهيم چون
ٿا(٩)چيائون تہ ڪيس ماڻهن جي
سامهون آڻيو تہ من ڪيس ڏسن
(سڃاڻين)(١٠) چيائون تہ ڇا توئي
اهو اسان جي معبودن جو حال
ڪيو آهي اي ابراهيم!چيائين تہ
بلڪ سندن اهو حال سندن انهيءَ
وڏي ڪيو آهي پوءِ انهن کان پڇو
جيڪڏهن ڳالهائين ٿا(١١) پوءِ

لَقَدْ عَلِمْتَ مَا هَؤُلَاءِ
يَنْطِقُونَ (٦٥) قَالَ
أَفَتَعْبُدُونَ مِنْ دُونِ اللَّهِ
مَا لَا يَنْفَعُكُمْ شَيْئًا وَلَا
يَضُرُّكُمْ (٦٦) أُفٍّ لَكُمْ
وَلِمَا تَعْبُدُونَ مِنْ دُونِ
اللَّهِ أَفَلَا تَعْقِلُونَ (٦٧)
قَالُوا حَرِّقُوهُ وَانْصُرُوا
آَلِهَتَكُمْ إِنْ كُنْتُمْ فَاعِلِينَ
(٦٨) قُلْنَا يَا نَارُ كُونِي
بَرْدًا وَسَلَامًا عَلَى
إِبْرَاهِيمَ (٦٩) وَأَرَادُوا
بِهِ كَيْدًا فَجَعَلْنَاهُمُ
الْأَخْسَرِينَ (٧٠)﴾
(الانبياء)

اهي پنهنجي دل ۾ قائل ٿي ويا ۽
چوڻ لڳا تہ بيشڪ توهان ئي
ظالم آهيو(١٢)پوءِ ڪنڌ
جهڪايائون (۽ چيائون) يقينن
تون ڄاڻين ٿو تہ اهي نٿا
ڳالهائين(١٣)چيائين تہ ڇا پوءِ
توهان الله کان سواءِ انهن جي
عبادت ڪريو ٿا جيڪي توهان
کي نہ ڪو فائدو ڏين ٿا ۽ نہ
توهان کي ڪو نقصان ڏين ٿا تف
هجي توهان تي ۽ الله کان سواءِ
جنڪي توهان پوڄيو ٿا ڇا توهان
عقل نٿا رکو(١٤)چيائون تہ کيس
ساڙيو ۽ پنهنجي معبودن جي مدد
ڪريو جيڪڏهن ڪجهہ ڪرڻ وارا
آهيو(١٥)چيو سون تہ اي باهہ!
ابراهيم تي ٿڌي سلامتيءَ واري
ٿي پؤ ۽ انهن سندس خلاف رٿ
رٿي پوءِ اسان کين ناڪام بڻايو.

تشريح: (١) يعني اسان کي معلوم هو ته هو هدايت جو اهل آهي ۽ ان جو صحيح استعمال ڪندو.

(٢)اصل ۾ لفظ آهي: “التماثيل” جيڪو جمع آهي “تمثال” جو ڪنهن شيءِ جو هوبهو نقل ڪرڻ کي چئبو آهي، جيئن پٿر جو مجسمو يا ڪاغذ ۽ پٽ تي ڪنهن جي تصوير ڪڍڻ، هتي مورتون مراد آهن. جيڪي سيدنا ابراهيم جي قوم پنهنجن معبودن جون ناهيون هيون، جن جي اهي عبادت ڪندا هئا. عاڪف، عڪوف کان اسم فاعل جو صيغو آهي، جنهن جي معنىٰ آهي ڪنهن شيءِ کي لازم ڪري وٺڻ ۽ ان تي جهڪي ۽ ڄمي مجاور بڻجي ويهڻ. ان کي اعتڪاف ڪرڻ به چئبو آهي، هتي مراد بتن جي تعظيم ۽ عبادت ڪرڻ ۽ سندن درگاهن تي مجاور ٿي ويهڻ مراد آهي. اهي “تمثال” (مورتون، تصويرون) قبر پرستن ۽ پير پرستن ۾ اڄڪلهه به عام آهن ۽ انهن کي وڏي شان سان دڪانن ۽ مڪانن تي تبرڪ طور سجايو وڃي ٿو، الله تعالىٰ انهن کي سمجهه عطا ڪري.

(٣) جهڙي طرح موجوده زماني ۾ به خرافات ۽ جهالت ۾ مبتلا مسلمانن کي بدعتن ۽ جاهليت جي رسمن کان روڪجي ته اهي جواب ڏيندا آهن ته انهن کي ڪيئن ڇڏيون، اسان جا ابا ڏاڏا به ته ائين ئي ڪندا هئا. ساڳيو جواب اهي حضرات ڏين ٿا جيڪي قرآن ۽ حديث جي پڌرن حڪمن کي

ڇڏي پنهنجن مشائخن ۽ امامن جي قولن کي چنبڙيا پيا آهن ۽ انهن کي وڏيڪ ضروري خيال ڪن ٿا.
(٤) اها ڳالهہ انهيءَ ڪري چيائون جو انهن کان اڳ توحيد جو آواز ٻڌو ئي نہ هو. انهن سوچيوتہ خبر نہ آهي تہ ابراهيم عليہ السلام اسان سان مذاق تہ نٿو ڪري؟
(٥) يعني آءُ توهان سان مذاق نٿو ڪريان بلڪ هڪ اهڙي حقيقت بيان ڪري رهيو آهيان جنهن تي خود منهنجو پنهنجو بہ يقين ۽ ايمان آهي. اهي مورتيون ۽ مجسما جن کي توهان پوڄيو ٿا دراصل اهي حقيقي معبود نہ آهن. حقيقي معبود تہ اهو هڪ الله آهي جنهن آسمان ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي.
(٦) سيدنا ابراهيم عليہ السلام اهو پڪو پهہ پنهنجي دل ۾ پچايو. ڪي چون ٿا تہ انهن جي سامهون آهستي چيائين، جن مان مقصد ڪن کي ٻڌائڻ هو والله اعلم. "تدبير" مان مراد اها رٿ ۽ ايڪشن آهي جيڪو انهيءَ زباني وعظ نصيحت کان بعد عملي اپاءُ ورتائين يعني بتن کي ڀڃڻ.
(٧) پوءِ اها قوم جنهن ڏينهن جشن يا عيد ملهائڻ لاءِ شهر کان ٻاهر وئي سيدنا ابراهيم عليہ السلام موقعي جو فائدو وٺي سندن ڪوڙن معبودن کي ڀڄي پورا ڪري ڇڏيو. رڳو هڪ بت کي ڇڏي ڏنائين. ڪي چون ٿا تہ ان جي هٿ ۾ ڪهاڙو بہ ڏنائين تان تہ ان کان پڇا ڪن.

(٨) يعني جڏهن جشن کان واپس وريا، پنهنجن معبودن جي اها حالت ڏنائون چيائون تہ اهو تہ ڪو وڏو ظالم آهي جنهن اسان جي معبودن جي اها حالت ڪئي آهي.

(٩) انهن مان ڪن چيو تہ ابراهيم نالي جيڪو نوجوان آهي ان اسان جي انهن معبودن جي خلاف ڳالهيون ڪندو رهندو آهي معلوم ٿئي ٿو تہ ان جي ئي اها شرارت آهي.

(١٠) يعني ڪيس جوڳي سزا ڏيون تان تہ آئنده ڪو اها حرڪت نہ ڪري. هي مطلب بہ ٿي سگهي ٿو تہ ماڻهو ابراهيم عليہ السلام کي ڏسي شاهدي ڏين تہ انهن ابراهيم کي بت ٿوڙيندي يا سندن خلاف ڳالهائيندي ڏٺو آهي.

(١١) پوءِ سيدنا ابراهيم عليہ السلام کي آندو ويو. پاڻ جواب ڏنائون تہ بتن جي ٿوڙ ڦوڙ جو اهو ڪم تہ سندن وڏي هن بت ڪيو آهي. جيڪڏهن اهي ڳالهائين ٿا تہ انهن کان پڇي وٺو. اها انهن تي هڪ قسم جي زبردست تنقيد ۽ ملامت هئي تہ توهان پاڻ سوچيو جيڪي نہ ڳالهائي سگهن ٿا نہ پنهنجو بچاءُ ڪري سگهن ٿا اهي ڪيئن ٿا توهان جا معبود ٿي سگهن؟ هڪ صحيح حديث ۾ آهي تہ سيدنا ابراهيم عليہ السلام ٽي ڪوڙ ڳالهايا ، بہ الله جي لاءِ هڪ پنهنجي لاءِ. هڪ سندن اهو چوڻ تہ "اني سقيم" (آءُ بيمار آهيان) ٻيو سندن اهو چوڻ تہ "بل فعله ڪبيرهم" (سندن وڏي انهن جو اهو حال ڪيو آهي) ٽيون سندن پنهنجي گهرواريءَ کي پنهنجي ڀيڻ

چوڻ (صحيح بخاري كتاب الانبياء باب و اتخذ الله ابراهيم خليلاً)

موجوده زماني جي ڪن مفسرن انهيءَ روايت کي غلط ۽ انتها پسندي ۽ روايت پسندي قرار ڏنو آهي. پر انهن جي اها راءِ صحيح نہ آهي. پڪ سان حقيقت جي اعتبار سان ان کي ڪوڙ چئي نٿو سگهجي. ليڪن ظاهري صورت جي لحاظ سان انهن کي "ڪوڙ" کان خارج بہ نٿو ڪري سگهجي. جيتوڻيڪ الله وٽ ان ڪوڙ جو پڇاڻو نہ ٿيندو. چاڪاڻ تہ اهو الله جي لاءِ ڳالهايو ويو آهي. حالانڪ ڪو گناهہ جو ڪم الله تعالیٰ لاءِ ٿي نٿو سگهي ۽ اهو تڏهن ئي ممڪن آهي جڏهن اهو ڪم جيتوڻيڪ ظاهر ۾ ڪوڙ ليکيو وڃي مگر حقيقت جي اعتبار سان ڪوڙ نہ هجي. جيئن سيدنا آدم عليہ السلام لاءِ عصیٰ ۽ غویٰ جا الفاظ استعمال ٿيا آهن، حالانڪ خود قرآن مجيد ۾ ئي انهن جي وڻ جي ميوي کي کائڻ کي ويسر جو نتيجو قرار ڏنو ويو آهي، جنهن مان صاف مطلب هيءُ آهي تہ ڪنهن ڪم جا ٻہ رخ بہ ٿي سگهن ٿا. هڪ لحاظ سان اهو چڱو ۽ هڪ سبب جي ڪري اهو خراب هجي. سيدنا ابراهيم عليہ السلام جو اهو قول ظاهر ۾ ڪوڙ آهي جو پاڻ ئي بت ڀڳا هين پر ان ڪم جي نسبت وڏي بت ڏانهن ڪيائين. پر جيئن تہ ان جو مقصد مخالفن تي ملامت ڪرڻ ۽ توحيد کي ثابت ڪرڻ هو، انهيءَ ڪري حقيقت جي اعتبار سان ان کي ڪوڙ جي بجاءِ حجت پوري ڪرڻ ۽

مشرڪن جي لاچاري ظاهر ڪرڻ چئي سگهون ٿا ان ڪان سواءِ انهن ٽن ڪوڙن جي باري ۾ هيءَ ڳالهه به غور جوڳي آهي ته حشر جي ميدان ۾ الله تعالىٰ وٽ سيدنا ابراهيم جو ماڻهن جي سفارش ڪرڻ ڪان رڳو هن ڪري ڏڄڻ ته دنيا ۾ ان ڪان ٽن موقعن تي لغزش ٿي هئي. حالانڪ حقيقت جي اعتبار سان اهي ڪوڙ نه آهن، مگر پاڻ الله تعالىٰ جي عظمت ۽ جلال جي ڪري ايترو ڏنل هوندو جو اهي ٽئي ڳالهيون ڪوڙ سان ظاهري مشابهت جي ڪري ڪوڙ نظر ايندين. ٻين لفظن ۾ حديث جو مقصد سيدنا ابراهيم عليه السلام کي ڪوڙو ثابت ڪرڻ هرگز نه آهي، بلڪ هڪ اهڙي شيءِ جو اظهار ڪرڻ مقصد آهي جيڪا ميدان حشر ۾ خوف خداونديءَ جي ڪري ان تي ظاهر ٿيندي.

(١٢) سيدنا ابراهيم عليه السلام جي انهيءَ جواب جي سبب اهي سوچ ۾ پئجي ويا. ۽ لاجواب ٿي هڪ ٻئي کي چوڻ لڳا ته واقعي ظالم ته توهان ئي آهيو جو جيڪي بت پنهنجي جان بچائي نٿا سگهن، اهي عبادت جا حقدار ڪيئن ٿي سگهن ٿا. ڪن هي مطلب بيان ڪيو آهي ته معبودن جي حفاظت نه ڪرڻ جي ڪري هڪ ٻئي کي ملامت ڪيائون ۽ هڪ ٻئي کي ظالم چيائون.

(١٣) پوءِ اي ابراهيم! تون اسان کي ائين چو ٿو چوين ته انهن کان پڇو، جيڪڏهن اهي ڳاهائين ٿا جڏهن ته تون چڱيءَ ريت ڄاڻين ٿو ته اهي ڳالهائڻ جي طاقت کان محروم آهن.

(١٤) يعني جڏهن اهي ڪافر پاڻ انهن جي بي وسيءَ جي اقرار ڪرڻ تي مجبور ٿي ويا ته پوءِ انهن جي بي عقليءَ تي افسوس ڪندي ڪين چيائين ته ڇا الله کي ڇڏي توهان اهڙن بي وس ۽ بي حس بتن جي عبادت ڪريو ٿا.

(١٥) سيدنا ابراهيم عليه السلام جڏهن انهن تي پنهنجي حجت پوري ڪئي ۽ انهن جي گمراهي ۽ بيوقوفيءَ کي ان طريقي سان واضح ڪيائين جو اهي لاجواب ٿي ويا. پر جيئن ته هدايت جي توفيق محروم هئا. ڪفر ۽ شرڪ سندن دلين کي بي نور ڪري ڇڏيو هو. ان ڪري بجاءِ ان جي جو اهي شرڪ کان بيزاري ظاهر ڪندي توبه تائب ٿين. انهن سيدنا ابراهيم عليه السلام جي خلاف سخت اپاءُ وٺڻ جو فيصلو ڪيو ۽ پنهنجن معبودن جو بدلو وٺڻ جو شور مچائيندي ڪين باهه ۾ ساڙڻ جي تياري ڪيائون. پوءِ باهه جو هڪ وڏو مچ تيار ڪيائون ۽ ان ۾ سيدنا ابراهيم عليه السلام کي منجنيق سان اڇلايائون، پر الله تعالىٰ باهه کي حڪم ڏنو ته سيدنا ابراهيم عليه السلام لاءِ ٿڌي ۽ سلامتيءَ واري ٿي پؤ. عالم چون ٿا ته جيڪڏهن الله تعالىٰ اهو حڪم نه ڏئي ها ته

“سلامتيءَ واري ٿي پؤ” تہ ان جي ٽڏاڻ سيدنا ابراهيم عليہ السلام لاءِ برداشت کان ٻاهر ٿئي ها. هر حال ۾ اهو الله جو وڏو معجزو آهي، جو آسمان سان ڳالهيون ڪندڙ دهڪندڙ باهہ جو مچ الله تعالىٰ جي حڪم سان باغ بهار ٿي پيو. اهڙي طرح الله تعالىٰ پنهنجي ٻانهي کي دشمنن جي سازش کان بچائي ورتو.

## يونس عليہ السلام جيڪڏهن الله جي تسبيح نہ ڪري ها تہ قيامت تائين مڇيءَ جي پيٽ ۾ هجي ها.

| | |
|---|---|
| ﴿وَإِنَّ يُونُسَ لَمِنَ الْمُرْسَلِينَ (١٣٩) إِذْ أَبَقَ إِلَى الْفُلْكِ الْمَشْحُونِ (١٤٠) فَسَاهَمَ فَكَانَ مِنَ الْمُدْحَضِينَ (١٤١) فَالْتَقَمَهُ الْحُوتُ وَهُوَ مُلِيمٌ (١٤٢) فَلَوْلَا أَنَّهُ كَانَ مِنَ الْمُسَبِّحِينَ (١٤٣) لَلَبِثَ فِي بَطْنِهِ إِلَى يَوْمِ يُبْعَثُونَ (١٤٤) فَنَبَذْنَاهُ بِالْعَرَاءِ وَهُوَ سَقِيمٌ (١٤٥)﴾ (الصافات) | ۽ بيشڪ يونس نبين مان هو.جڏهن ڀريل ٻيڙي ڏانهن ڀڳو.پوءِ قرعہ اندازي ٿي تہ مغلوبن مان ٿيو. پوءِ کيس مڇي ڳهي ويئي ۽ هو پاڻ کي ملامت ڪرڻ لڳو(١)پوءِ جيڪڏهن (الله جي) تسبيح ڪرڻ مان نہ ٿئي ها. تہ البتہ رهي ها ان جي پيٽ ۾ قيامت جي ڏينهن تائين(٢) پوءِ اسان ان کي چٽيل ميدان ۾ وجهي ڇڏيو ۽ اهو ان وقت بيمارن مان هو |

تشريح: (١) سيدنا يونس عليہ السلام کي عراق جي علائقي نينوا (موجوده شهر موصل) ۾ نبي بڻائي موڪليو ويل هو. اهو آشورين جي گاديءَ جو هنڌ هو. انهن هڪ لک بني اسرائيل کي قيدي بنايو هو. انهن جي هدايت ۽ رهنمائيءَ لاءِ الله تعالىٰ وٽن سيدنا يونس عليہ السلام کي موڪليو. قوم سندس ڳالهہ نہ مڃي. انهيءَ پنهنجي قوم کي ڊيڄاريو تہ سگهوئي توهان الله جي عذاب جي وڪڙ ۾ اچي ويندا. عذاب اچڻ ۾ دير ٿي تہ الله تعالىٰ جي اجازت کان سواءِ سيدنا يونس اتان هليو ويو ۽ سمنڊ جي ڪناري تي وڃي هڪ ٻيڙيءَ ۾ سوار ٿيو. پنهنجو علائقو ڇڏي ٻئي هنڌ وڃڻ واري کي ڇٽبو آهي تہ جڻ غلام پنهنجي آقا کي ڇڏي ڀڄي ويو آهي، جيئن تہ پاڻ الله تعالىٰ جي اجازت کان سواءِ پنهنجي قوم کي ڇڏي هليو ويو هو ان ڪري سندن باري ۾ فرمايو ويو تہ: "ڀريل ٻيڙيءَ ڏانهن ڀڄي ويو." ٻيڙي سوارين ۽ سامان سان ڀريل هئي ۽ سمنڊ جي موجن ۾ ڦاسي پئي ۽ بيهي رهي. وزن گهٽ ڪرڻ لاءِ هڪ ماڻهو کي سمنڊ ۾ اڇلائڻ جي رٿ رٿي وئي، تان تہ ٻين انسانن جون جانيون بچن. ليڪن ڪو قرباني ڏيڻ لاءِ تيار نہ هيو. پوءِ قرعہ اندازي ڪئي وئي، جنهن ۾ سيدنا يونس عليہ السلام جو نالو نڪتو ۽ نہ چاهڻ جي باوجود ڪيس سمنڊ ۾ اڇلايو ويو، ٻئي طرف الله تعالىٰ مڇيءَ کي حڪم ڏنو تہ ان کي صحيح

سالم ڳھي وڃ. اھڙي طرح سيدنا يونس عليہ السلام الله جي حڪم سان مڇي جي پيٽ ۾ ھليو ويو.

(٢) يعني توبہ ۽ استغفار ۽ الله تعالىٰ جي ساراھ بيان نہ ڪري ھا ۽ ھن طرح نہ چوي ھا تہ لا الٰہ الا انت سبحٰنک انی کنت من الظٰلمین (الانبياءُ) تہ قيامت جي ڏينھن تائين مڇيءَ جي پيٽ ۾ رھي ھا.

## خالص الله کي پڪاريو جيتوڻيڪ ڪافرن کي ناپسند چونہ ھجي

| | |
|---|---|
| ﴿ذَلِكُمْ بِأَنَّهُ إِذَا دُعِيَ اللَّهُ وَحْدَهُ كَفَرْتُمْ وَإِنْ يُشْرَكْ بِهِ تُؤْمِنُوا فَالْحُكْمُ لِلَّهِ الْعَلِيِّ الْكَبِيرِ (١٢) هُوَ الَّذِي يُرِيكُمْ آيَاتِهِ وَيُنَزِّلُ لَكُمْ مِنَ السَّمَاءِ رِزْقًا وَمَا يَتَذَكَّرُ إِلَّا مَنْ يُنِيبُ (١٣) فَادْعُوا اللَّهَ مُخْلِصِينَ لَهُ الدِّينَ وَلَوْ كَرِهَ | توھان لاءِ (اھو عذاب) ان ڪري آھي تہ جڏھن اڪيلي الله جو ذڪر ڪيو ويندو ھو تہ توھان ڪفر ڪندا ھئا ۽ جيڪڏھن ان سان ڪنھن کي شريڪ ڪيو ويندو ھو تہ مڃيندا ھئا[١] پوءِ فيصلو الله بلند وڏي (ذات) جو آھي.[٢]اھو الله ئي آھي جيڪو توھان کي پنھنجيون نشانيون ڏيکاري ٿو ۽ آسمان کان توھان جي لاءِ رزق لاھي ٿو[٣]۽ نصيحت تہ رڳو اھوئي حاصل ڪري ٿو جيڪو (الله ڏانھن) رجوع ڪري ٿو[٤]پوءِ پنھنجي دين کي الله جي لاءِخالص ڪندي ان کي |

| | |
|---|---|
| الْكَافِرُونَ (١٤) رَفِيعُ الدَّرَجَاتِ ذُو الْعَرْشِ يُلْقِي الرُّوحَ مِنْ أَمْرِهِ عَلَى مَنْ يَشَاءُ مِنْ عِبَادِهِ لِيُنْذِرَ يَوْمَ التَّلَاقِ (١٥) يَوْمَ هُمْ بَارِزُونَ لَا يَخْفَى عَلَى اللَّهِ مِنْهُمْ شَيْءٌ لِمَنِ الْمُلْكُ الْيَوْمَ لِلَّهِ الْوَاحِدِ الْقَهَّارِ (١٦)﴾ (المؤمن) | پڪاريندا رهو جيتوڻيڪ ڪافرن لاءِ ڪيترو به اڻ وڻندڙ هجي.(٥) وڏن درجن وارو عرش جو مالڪ پنهنجن ٻانهن مان پنهنجي حڪم سان جنهن تي چاهي ٿو(٦) وحي لاهي ٿو جيئن ملاقات (قيامت) جي ڏينهن کان ديڄاري.جنهن ڏينهن اهي ظاهر ٿي پوندا(٧) انهن مان الله تي ڪا شيءِ ڳجهي نه آهي. اڄوڪي ڏينهن ڪنهن جي بادشاهي آهي؟ اڪيلي غالب زبردست الله جي لاءِ آهي(٩) |

تشريح: (١) سندن جهنم کان نه نڪرڻ جو سبب بيان فرمايو ويو. ڇاڪاڻ ته دنيا ۾ الله جي توحيد جا منڪر هئا ۽ انهن کي شرڪ پسند هو. انهيءِ ڪري انهن لاءِ جهنم جي دائمي عذاب کان سواءِ ڪجهه به نه آهي.

(٢) يعني هڪ الله جو حڪم هاڻي اهو آهي ته توهان لاءِ دائمي عذاب آهي جنهن مان نڪرڻ جي ڪا صورت نه آهي. هتي الله تعالىٰ جي صفت "علي" بيان ڪئي وئي آهي يعني هو انهن ڳالهين کان مٿانهون ۽ بلند آهي جو ڪو به سندس ذات ۽ صفات ۾ ان وانگر هجي. "ڪبير" يعني انهن ڳالهين

ڪان تمام وڏو آهي جو ان      جو ڪو مٽ يا مثال يا ڪا اولاد يا زال هجي.

(٣) يعني پاڻي جيڪو توهان جي روزي جو سبب آهي. هتي الله تعاليٰ پنهنجين نشانين کي رزق نازل ڪرڻ سان گڏ بيان ڪيو آهي. چاڪاڻ ته قدرتي نشانيون دين جو ۽ روزي بدن جو بنياد آهي. اهڙي ريت هتي ٻنهي بنيادن کي جمع فرمايائين(فتح القدير)

(٤) الله تعاليٰ جي اطاعت ڏانهن رجوع ڪري ٿو، جنهن سان دلين ۾ آخرت جو خوف پيدا ٿئي ٿو ۽ احڪامن ۽ الله جي فرضن جي پابندي ڪري ٿو.

(٥) يعني جڏهن الله ئي سڀ ڪجهه ڪندڙ آهي ته پوءِ چاهي ڪافرن کي ڪيترو به ناپسند هجي توهان هر حال ۾ صرف ان هڪ الله کي پڪاريو ان لاءِ ئي عبادت ۽ اطاعت کي خالص ڪريو.

(6) روح مان مراد وحي آهي جيڪا الله تعاليٰ پنهنجن ٻانهن مان ڪنهن کي چونڊي ان تي نازل فرمائيندو آهي. وحي کي روح ان ڪري فرمايو ويو آهي. جيئن روح ۾ انساني زندگي جي بقا ۽ سلامتي جو راز آهي، تئين وحي سان انساني دلين ۾ زندگي جا آثار ۽ علامتون پيدا ٿين ٿيو. اهي دليون جيڪي پهريائين ڪفر ۽ شرڪ جي ڪري مئل هونديون آهن.

(7) يعني جيئرا تي قبرن      مان ٻاهر نڪري ايندا .

(8) ميدان حشر ۾ جڏهن سڀ ماڻهو الله تعالیٰ جي سامهون حاضر ٿيندا. الله پنهنجي مٺ ۾ زمين کي ويڙهيندو ۽ فرمائيندو ته بادشاهه آءٌ آهيان ڪٿي آهن اهي بادشاهه جيڪي زمين ۾ پنهنجي بادشاهي ظاهر ڪندا هئا ؟ (صحيح بخاري سوره زمر)

(٩) جڏهن ڪو به نه ڳالهائيندو ته الله تعالیٰ پاڻ اهو جواب ڏيندو. ڪي چون ٿا ته الله تعالیٰ جي حڪم سان هڪ فرشتو اعلان ڪندو جنهن سان سڀ ڪافر ۽ مسلمان هڪ آواز ۾ جواب ڏيندا. (فتح القدير)

## جڏهن اڪيلي الله جو ذڪر ڪجي ٿو ته مشرڪن جون دليون نفرت ڪن ٿيون

| | |
|---|---|
| ﴿أَمِ اتَّخَذُوا مِنْ دُونِ اللَّهِ شُفَعَاءَ قُلْ أَوَلَوْ كَانُوا لَا يَمْلِكُونَ شَيْئًا وَلَا يَعْقِلُونَ (٤٣) قُلْ لِلَّهِ الشَّفَاعَةُ جَمِيعًا لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ ثُمَّ إِلَيْهِ تُرْجَعُونَ (٤٤) وَإِذَا ذُكِرَ اللَّهُ وَحْدَهُ اشْمَأَزَّتْ قُلُوبُ | ڇا غير الله کي سفارشي مقرر ڪيو اٿن. چؤ ته جيتوڻيڪ اهي ڪنهن شيءِ جا مالڪ هجن ۽ نه ئي عقل رکندا هجن ؟[١] (٤٣) چؤ ته سڀ شفاعت الله لاءِ آهي.[٢] آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي ان لاءِ آهي، پوءِ توهان کي ان ڏانهن موٽايو ويندو.(٤٤) ۽ جڏهن اڪيلي الله جو ذڪر ڪيو وڃي |

| | |
|---|---|
| الَّذِينَ لَا يُؤْمِنُونَ بِالْآخِرَةِ وَإِذَا ذُكِرَ الَّذِينَ مِنْ دُونِهِ إِذَا هُمْ يَسْتَبْشِرُونَ ﴿٤٥﴾ | تو تہ انھن جي دلين ۾ نفرت پرجي وڃي ٿي[٣] جيڪي آخرت تي ايمان نٿا رکن ۽ جڏهن ان (الله) کان سواءِ ڪنهن جو ذڪر ڪجي ٿو تہ ان وقت اهي خوش ٿين ٿا.[٤] (٤٥) |

تشريح: (١) يعني شفاعت جو اختيار ڪٿي، انهن کي تہ شفاعت جي معنىٰ ۽ مفهوم جي بہ خبر نہ آهي. ڇاڪاڻ تہ اهي پٿر آهن يا بي خبر !

(٢) يعني سفارش جي هر قسم جو مالڪ صرف الله تعالىٰ آهي جنهن جي اجازت کان سواءِ ڪو سفارش ڪري نہ سگهندو. پوءِ رڳو الله تعالىٰ جي عبادت ڇو نٿي ڪئي وڃي تان تہ الله راضي ٿئي ۽ شفاعت لاءِ ڪو سهارو ملي وڃي، ان کي تلاش ڪرڻ جي ضرورت ئي نہ رهي.

(٣) يعني ڪفر وڏائي ۽ ڪراهيت محسوس ڪن ٿا. مطلب هي آهي تہ مشرڪن کي جڏهن چئبو آهي تہ معبود رڳو هڪ الله آهي تہ سندس دليون مڃڻ لاءِ تيار نہ ٿينديو آهن.

(٤) پر جڏهن چئجي تہ فلاڻو ۽ فلاڻو بہ معبود آهي يا اهي بہ آخر تہ الله جا ويجهڙا ٻانها آهن اهي بہ ڪجهہ اختيار رکن ٿا اهي بہ مشڪل ڪشائي ۽ حاجت روائي ڪري سگهن ٿا تہ پوءِ مشرڪ ڏاڍا خوش ٿيندا آهن. اڄ بہ مشرڪن جو اهو ئي

حال آهي. جڏهن انهن کي چئبو آهي تہ رڳو "يا الله مدد " پڪاريو ڇاڪاڻ تہ ان کان سواءِ ٻيو ڪو بہ مدد تي قادر نہ آهي تہ ناراض ٿي ويندا آهن. اهو جملو انهن کي سخت ڏکيو لڳندو آهي جڏهن "يا علي مدد" يا "يا رسول الله مدد" چئجي اهڙي ريت ٻين مئن کان مدد طلب مثلا "يا شيخ عبدالقادرجيلاني مدد " يا الله کان علاوه ٻين کي پڪاريون وڃي تہ پوءِ سندس دلين جون ڪليون ٽڙي پونديون آهن.

فتشابهت قلوبهم!

## ڇاالله پنهنجي ٻانهن جي لاءِ ڪافي نہ آهي؟

| | |
|---|---|
| أَلَيْسَ اللَّهُ بِكَافٍ عَبْدَهُ وَيُخَوِّفُونَكَ بِالَّذِينَ مِنْ دُونِهِ وَمَنْ يُضْلِلِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ هَادٍ (٣٦) وَمَنْ يَهْدِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ مُضِلٍّ أَلَيْسَ اللَّهُ بِعَزِيزٍ ذِي انْتِقَامٍ (٣٧) وَلَئِنْ سَأَلْتَهُمْ مَنْ خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ لَيَقُولُنَّ اللَّهُ قُلْ أَفَرَأَيْتُمْ مَا تَدْعُونَ مِنْ دُونِ | ڇاالله پنهنجي ٻانهن جي لاءِ ڪافي نہ آهي؟(١) ۽ اهي توکي غير الله کان ڊيڄارين ٿا ۽ جنهن کي الله گمراهہ ڪري ان کي ڪو هدايت ڏيندڙ نہ آهي.(٢) (٣٦) ۽ جنهن کي الله هدايت ڏي ان کي ڪو گمراهہ ڪندڙ نہ آهي.(٣) ڇا الله غالب بدلو وٺندڙ نہ آهي؟(٤) (٣٧) ۽ جيڪڏهن انهن کان پڇندين تہ آسمان ۽ زمين ڪنهن خلقيا آهن؟ تہ البتہ ضرور چوندا تہ الله! چؤ ڇڱو ڀلا ڏسيو تہ جنهن کي توهان پڪاريو ٿا |

| | |
|---|---|
| اللَّهِ إِنْ أَرَادَنِيَ اللَّهُ بِضُرٍّ هَلْ هُنَّ كَاشِفَاتُ ضُرِّهِ أَوْ أَرَادَنِي بِرَحْمَةٍ هَلْ هُنَّ مُمْسِكَاتُ رَحْمَتِهِ قُلْ حَسْبِيَ اللَّهُ عَلَيْهِ يَتَوَكَّلُ الْمُتَوَكِّلُونَ (٣٨) | جيڪڏهن الله مون کي ڪا تڪليف پهچائڻ گهري تہ ڇا ان کي اهي ٽاري سگن ٿا؟يا جيڪڏهن مون کي الله ڀلائي پهچائڻ گهري تہ ڇا اهي ان کي روڪي سگهن ٿا ؟ چؤ تہ منهنجي لاءِ الله ئي ڪافي آهي.[٥] توڪل ڪندڙ ان تي ئي توڪل ڪن ٿا.[٦] (٣٨) |

تشريح: (١) ان مان مراد نبي ڪريم ﷺ جن آهي. ڪن وٽ لفظ عام آهن. سڀ نبي سڳورا ۽ مؤمن ان ۾ شامل آهي. يعني اوهان کي غير الله کان ڊيڄارين ٿا. پر جڏهن الله تعالىٰ توهان جو حامي ۽ مددگار آهي تہ توهان جو ڪو ڪجھ بگاڙي نٿو سگهي. اهو انهن سڀني جي مقابلي ۾ توهان لاءِ ڪافي آهي.

(٢) جيڪو انهن کي گمراهي مان ڪڍي هدايت جي واٽ وٺائي.

(٣) جيڪو ان کي هدايت مان ڪڍي گمراهي جي کڏ ۾ اڇلائي ڇڏي. يعني گمراهي ۽ هدايت الله تعالىٰ جي هٿ ۾ آهي. جنهن کي چاهي گمراھ ڪري ۽ جنهن کي چاهي هدايت عطا ڪري .

(٤) چو نہ! يقين آهي. انهيءَ          ڪري جيڪڏهن اهي ماڻهو ڪفر ۽دشمني کان باز نہ آيا تہ يقينن هو پنهنجي دوستن جي حمايت ۾ ڪائنڻ بدلو وٺندو ۽ ڪين عبر تناڪ انجام ڏسڻو پوندو .

(٥) ڪي چون ٿا تہ جڏهن نبي ڪريم ﷺ انهن جي سامهون مٿيو سوال پيش ڪيو تہ انهن چيو تہ واقعي اهي الله تعالىٰ جي تقدير ٽاري نٽا سگهن البتہ سفارش ڪندا جنهن تي هي جملو نازل ٿيو تہ مون ڪي تہ "الله تعالىٰ ئي ڪافي آهي."

(٦) جڏهن سڀ ڪجهہ سندس اختيار ۾ آهي تہ پوءِ ٻين تي ڀروسو ڪرڻ مان ڪهڙو فائدو، ان ڪري ايماندار رڳو ان تي توڪل ڪن ٿا. ان کان سواءِ انهن جو ڪنهن تي اعتبار نہ آهي.

## رسول الله ﷺ بشر آهن

| | |
|---|---|
| قُلْ إِنَّمَا أَنَا بَشَرٌ مِثْلُكُمْ يُوحَى إِلَيَّ أَنَّمَا إِلَٰهُكُمْ إِلَٰهٌ وَاحِدٌ فَاسْتَقِيمُوا إِلَيْهِ وَاسْتَغْفِرُوهُ وَوَيْلٌ | چؤ تہ آءُ تہ توهان وانگر بشر آهيان مون ڏانهن وحي ڪئي وڃي ٿي تہ توهان جو معبود اڪيلو الله آهي، پوءِ سڌا ٿي ان جي واٽ وٺو[1] ۽ ان کان بخشش گهرو ۽ مشرڪن لاءِ ويل ۽ |

| | |
|---|---|
| لِلْمُشْرِكِينَ (٦) | خرابي آهي . (٦) |

تشريح: (١) يعني منهنجي ۽ توهان جي درميان ڪو امتياز ۽ وڏائي نہ آهي، سواءِ ان جي تہ مون ڏانهن وحي ڪئي وڃي ٿي. پوءِ اهو حجاب ۽ انڪار ڇاجي ڪري آهي. ان ڪان سواءِ آءُ الله تعالىٰ جي توحيد پيش ڪريان ٿوءِاها هڪ فطري دعوت آهي جيڪا آساني سان سمجھ ۾ اچي ٿي پوءِ ان ڪان منهن ڇو ٿا موڙيو؟

## آسمانن ۽ زمين ۾ عبادت لائق رڳو الله تعالىٰ آهي.

| | |
|---|---|
| وَهُوَ الَّذِي فِي السَّمَاءِ إِلَهٌ وَفِي الْأَرْضِ إِلَهٌ وَهُوَ الْحَكِيمُ الْعَلِيمُ (٨٤) وَتَبَارَكَ الَّذِي لَهُ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَمَا بَيْنَهُمَا وَعِنْدَهُ عِلْمُ السَّاعَةِ وَإِلَيْهِ تُرْجَعُونَ (٨٥) وَلَا يَمْلِكُ الَّذِينَ يَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ الشَّفَاعَةَ إِلَّا مَنْ شَهِدَ | اهو ئي آسمانن ۾ بہ معبود آهي زمين ۾ بہ معبود آهي[(١)] ۽ اهو ئي دانائي جو صاحب ڄاڻيدڙ آهي.(٨٤)۽اهو(الله)برڪتن وارو آهي جنهن لاءِ آسمانن ۽ زمين ۽ جيڪي انهن جي درميان آهي، ان جي بادشاهي آهي[(٢)] ۽ ان وٽ ئي قيامت جو علم آهي[(٣)] ۽ ان ڏينهن ئي توهان کي موٽايوويندو. [(٤)] (٨٥)۽ جيڪي غير الله کي پڪارين ٿا، انهن کي سندس شفاعت ڪم نہ ايندي[(٥)] مگر جيڪو |

| | |
|---|---|
| بِالْحَقِّ وَهُمْ يَعْلَمُونَ (٨٦) الزخرف | حق جي گواهي ڏي ۽ اهي ڄاڻن ٿا.[٦] (٨٦) |

تشريح: (١) يعني ائين نہ آهي تہ آسمانن ۾ ڪو ٻيو معبود آهي ۽ زمين ۾ ڪو ٻيو. بلڪ جيئن انهن ٻنهي جو خالق هڪ آهي. ساڳيءَ طرح معبود بہ هڪ آهي. ان سان ملندڙ هيءَ آيت آهي. وَهُوَ اللَّهُ فِي السَّمَاوَاتِ وَفِي الْأَرْضِ يَعْلَمُ سِرَّكُمْ وَجَهْرَكُمْ وَيَعْلَمُ مَا تَكْسِبُونَ (٣) (سورة أنعام:٣) آسمان ۽ زمين ۾ اهو ئي الله آهي جيڪو توهان جي ڳجهين ۽ ظاهر ڳالهين کي ڄاڻي ٿو ۽ جيڪي توهان ڪريو ٿا سڀ ان جي علم ۾ آهي.

(٢) اها ذات جنهن وٽ سڀ اختيار ۽ زمين ۽ آسمانن جي بادشاهي هجي، ان کي ٻلااولاد جي ڪهڙي حاجت؟

(٣) جنهن کي الله تعالىٰ پنهنجي وقت تي ظاهر فرمائيندو.

(٤) جتي الله تعالىٰ هر هڪ کي ان جي عملن مطابق سزا ڏيندو.

(٥) يعني دنيا ۾ جن باطل معبودن جي عبادت ڪن ٿا ۽ يقين رکن ٿا تہ اهي الله تعالىٰ وٽ سندن سفارش ڪندا. حالانڪ سندس معبودن کي شفاعت ۽ پارت ڪرڻ جو ڪو اختيار نہ آهي.

(٦) حق ڳالهه مان مراد توحيد جو ڪلمو، لا اله الا آهي ۽ اهو اقرار بہ علم ۽ بصيرت جي بنياد تي هجڻ گهرجي، رڳو رسمي ۽ تقليدي نہ هجي. يعني زبان سان توحيد جو ڪلمو ادا ڪرڻ واري کي معلوم هجڻ گهرجي تہ ان ۾ رڳو هڪ الله جي معبود هجڻ ۽ سڀني باطل معبودن جي نفي ۽ انڪار جو اعلان آهي. پوءِ ان جي مطابق سندس عمل هجڻ گهرجي. انهن کي شفاعت ڪندڙ جي شفاعت فائدو ڏيندي يا هي مطلب آهي تہ شفاعت ڪرڻ جو حق انهن کي آهي جيڪي حق جو اقرار ڪن ٿا. يعني نبي سڳورا ۽ صالح ۽ فرشتا، نہ باطل معبود جن کي مشرڪ پنهنجو سفارشي خيال ڪن ٿا.

## الله جنهن کي گهري اولاد ڏي ۽ جنهن کي گهري نہ ڏي

| | |
|---|---|
| وَمَا كَانَ لَهُمْ مِنْ أَوْلِيَاءَ يَنْصُرُونَهُمْ مِنْ دُونِ اللَّهِ وَمَنْ يُضْلِلِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ سَبِيلٍ (٤٦) اسْتَجِيبُوا لِرَبِّكُمْ مِنْ قَبْلِ أَنْ يَأْتِيَ يَوْمٌ لَا مَرَدَّ لَهُ مِنَ اللَّهِ مَا لَكُمْ مِنْ مَلْجَأٍ يَوْمَئِذٍ وَمَا لَكُمْ مِنْ نَكِيرٍ (٤٧) فَإِنْ | انهن جا ڪي مددگار نہ آهن جيڪي الله جي مقابلي ۾ سندن مدد ڪن ۽ جنهن کي الله گمراهہ ڪري، ان لاءِ ڪا واٽ ۽ راهہ نہ آهي . (٤٦)پنهنجي پالڻهار جو حڪم مڃيو ان کان اڳ جو اهو ڏينهن اچي جنهن جو ٽرڻ ممڪن نہ آهي[1] ان ڏينهن توهان کي نہ پناهہ ملندي ۽ نہ انڪار ڪرڻ جي |

| | |
|---|---|
| أَعْرَضُوا فَمَا أَرْسَلْنَاكَ عَلَيْهِمْ حَفِيظًا إِنْ عَلَيْكَ إِلَّا الْبَلَاغُ وَإِنَّا إِذَا أَذَقْنَا الْإِنْسَانَ مِنَّا رَحْمَةً فَرِحَ بِهَا وَإِنْ تُصِبْهُمْ سَيِّئَةٌ بِمَا قَدَّمَتْ أَيْدِيهِمْ فَإِنَّ الْإِنْسَانَ كَفُورٌ (٤٨) لِلَّهِ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ يَخْلُقُ مَا يَشَاءُ يَهَبُ لِمَنْ يَشَاءُ إِنَاثًا وَيَهَبُ لِمَنْ يَشَاءُ الذُّكُورَ (٤٩) أَوْ يُزَوِّجُهُمْ ذُكْرَانًا وَإِنَاثًا وَيَجْعَلُ مَنْ يَشَاءُ عَقِيمًا إِنَّهُ عَلِيمٌ قَدِيرٌ (٥٠) | ڪا مجال هوندي[٢](٤٧)جيڪڏهن نهن موڙين تہ اسان توکي انهن تي نگران نہ بنايو آهي. توتي تہ رڳو پيغام پهچائڻ آهي[٣] ۽ بيشڪ جڏهن اسين انسان کي پنهنجي طرفان رحمت چکايون ٿا. [٤] تہ آڪڙ ڪري ٿو[٥] ۽ جيڪڏهن سندس عملن سبب ڪيس مصيبت پهچي ٿي[٦] تہ انسان ناشڪري ڪري ٿو[٧] (٤٨)الله لاءِ آسمانن ۽ زمين جي بادشاهي آهي، جيڪي چاهي ٿو خلقي ٿو[٨] جنهن کي چاهي ٿو نياڻيون عطا ڪري ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو پٽ عطاڪري ٿو (٤٩) يا ٻئي گڏي ڏئي ٿو[٩] پٽ بہ ۽ ڌيئرون بہ ۽ جنهن کي چاهي ٿو سنڍ ڪري ٿو، بيشڪ اهو ڄاڻيندڙ قدرت رکندڙ آهي. (٥٠) |

**تشريح:** (١) يعني ان کي روڪڻ ۽ ٽارڻ جي ڪوبہ سگهہ نٿو رکي.

(٢) يعني توهان لاءِ كا اهڙي جاءِ نہ هوندي، جتي لڪي سگهو يا اڻ جاڻ تي سجاڻ ۾ نہ اچو يا نگاهن کان پري ٿي لڪي وڃو جيئن فرمائين: يَقُولُ الْإِنْسَانُ يَوْمَئِذٍ أَيْنَ الْمَفَرُّ (١٠) كَلَّا لَا وَزَرَ (١١) إِلَى رَبِّكَ يَوْمَئِذٍ الْمُسْتَقَرُّ (١٢)

(سورة القيامة: ١٠_١٢) تنهن ڏينهن انسان چوندو تہ آهي ڪٿي جي جڳهہ؟ هرگز نہ پڄڻ جي ڪا واٽ نہ هوندي. ان ڏينهن تنهنجي پالڻهار جي سامهون توکي بيهڻو پوندو. لفظ "نڪير" انڪار جي معنىٰ ۾ بہ ٿي سگهي ٿو يعني توهان پنهنجن گناهن جو انڪار ڪري نہ سگهندا ڇاڪاڻ تہ اهي سڀ لکيل آهن. وري انسان جا عضوا بہ مٿس شاهدي ڏيندا يا هي مطلب آهي تہ جيڪو عذاب توهان جي گناهن جي ڪري توهان کي ڏنو ويندو، توهان ان کان انڪار ڪري نہ سگهندا، ڇاڪاڻ تہ اتي گناهن جي اقرار ۽ مڃتا کان سواءِ ڪو رستو نہ هوندو.

(٣) جيئن ٻي جاءِ تا فرمايائين تہ:

انهن سيني جو مطلب هي آهي تہ رسول الله عليہ وسلم جي ذميواري صرف اها آهي تہ ماڻهن تائين اللّٰہ جو پيغام پهچائين، ڪو مڃي، ان جي پاڻ ڪريمن کان پڇا نہ ٿيندي، ڇاڪاڻ تہ هدايت ڏيڻ سندن اختيار ۾ نہ آهي، اها ڳالهہ رڳو الله جي اختيار ۾ آهي.

(٤) يعني رزق جي وسيلن جي گهٽائي، صحت، عافيت، اولاد جي گهٽائي، عهدا ۽ مان ۽ مرتبو.

(٥) يعني وڏائي ۽ غرور ڪري ٿو. نہ تہ الله تعالىٰ جي نعمتن تي خوش ٿيڻ يا خوشيءَ جو اظهار ڪرڻ ناپسند ڳالھہ نہ آهي، پر اها شيءِ نعمت خدونديءَ جي شڪر جي جذبي جي سان هئڻ گهرجي نہ فخر، رياڪاري ۽ تڪبر جي احساس سان .

(٦) مال دولت جي گهٽتائي، بيماري ۽ اولاد کان محرومي وغيره.

(٧) يعني الله جي بيشمار نعمتن کي وساري ويهي ٿو ۽ نعمتن سان مالا مال ڪندڙ الله جي ذات کي بہ وساري ويهي ٿو. اها ڳالھہ انسانن جي گهڻي اڪثريت جي لحاظ سان آهي جنهن ۾ ضعيت عقيدي جا ماڻهو بہ شامل آهن، پر الله جي نيڪ ٻانهن ۽ ڪامل ايماندارن جو حال ائين نہ هوندو آهي. اهو هي تڪليفن تي صبر ڪندا آهن ۽ نعمتن تي شڪر ادا ڪندا آهن. جيئن تہ رسول ﷺ جن فرمايو آهي تہ

ان اصابته سراء شکر فکان خيرا له وان اصابته ضراء صبر فکان خيرا له وليس ذلک لاحد الا للمومن(صحيح مسلم کتاب الزهد باب المؤمن امره خيره کلمه)

(٨) يعني ڪائنات ۾ رڳو الله تعالىٰ جي مشيت ۽ تدبير هلي ٿي الله جيڪي گهري ٿو ٿئي ٿو. جيڪي نٿو گهري نٿو

ٿئي ڪو پيو ان عمل دخل     جي سگهه نٿو رکي (٩)
يعني جنهن کي گهري ٿو پٽ ۽ نياڻيون ٻئي ڏئي ٿو هن هنڌ
الله تعالىٰ ماڻهن جا چار قسم بيان: فرمايا آهن: ١. جن کي
الله پٽ ڏئي ٿو. ٢. جن کي صرف نياڻيو ڏئي ٿو. ٣. جن کي
پٽ ۽ ڌيئرون ٻئي ڏئي ٿو. ٤. جن کي نہ پٽ نہ نياڻي ڏئي
ٿو. ماڻهن جي درميان اهو فرق الله جي قدرت جي نشانين
مان آهي. هن فرق کي دنيا جي ڪا بہ طاقت بدلڻ تي قدرت
نٿي رکي. اها ورهاست اولاد جي اعتبار سان آهي. پيئرن
جي لحاظ سان بہ انسانن جا چار قسم آهن: ١. سيدنا آدم
عليہ السلام کي بغير ماءُ پيءُ پيدا ڪيائين. ٢. سيدنا حوا
عليہ السلام کي آدم عليہ السلام يعني مرد مان پيدا
ڪيائين، ان جي ماءُ نہ آهي. ٣. سيدنا عيسىٰ عليہ السلام
کي رڳو عورت جي پيٽ مان پيدا ڪيائين، جنهن جو پيءُ نہ
آهي. ٤. ٻين سڀني ماڻهن کي مرد ۽ عورت جي ميلاپ مان
پيدا ڪيائين. انهن جون مائر بہ آهن تہ پيئر بہ فسجان الله
عظيم القدير (ابن ڪثير)

## قيامت جي ڏينهن جهنمي خواهش ڪندا تہ جيڪر الله جي رسول ﷺ جي ڳالهہ مڃين ها

| | |
|---|---|
| يَوْمَ تُقَلَّبُ وُجُوهُهُمْ فِي النَّارِ يَقُولُونَ يَا لَيْتَنَا أَطَعْنَا اللَّهَ وَأَطَعْنَا الرَّسُولَا (٦٦) | ان ڏينهن سندن چهرا باهہ ۾ اٿلايا پٿلايا ويندا، چوندا تہ ڪاش! اسان الله ۽ رسول جي فرمانبرداري |

| | |
|---|---|
| وَقَالُوا رَبَّنَا إِنَّا أَطَعْنَا سَادَتَنَا وَكُبَرَاءَنَا فَأَضَلُّونَا السَّبِيلَا (٦٧) رَبَّنَا آَتِهِمْ ضِعْفَيْنِ مِنَ الْعَذَابِ وَالْعَنْهُمْ لَعْنًا كَبِيرًا (٦٨) | ڪريو ها (٦٦)۽ چوندا تہ اي الله اسان جارب!اسان پنهنجن سردارن ۽ پنهنجن وڏن جو چوڻ ورتو جن اسان کي سڌي واٽ کان ڀٽڪايو [(١)] (٦٧) پالڻهار! تون انهن کي ٻيڻو عذاب ڏي ۽ مٿن لعنت ڪر، تمام وڏي لعنت. (٦٨) |

تشريح: (١) يعني اسان تنهنجن پيغمبرن ۽ دين جي دعوت ڏيندڙن جي بجاءِ پنهنجن وڏن ۽ بزرگن جي پيروي ڪئي، اڄ اسان کي معلوم ٿيو آهي تہ انهن اسان کي تنهنجن پيغمبرن کان پري رکي سڌي واٽ کان ڀٽڪايو. وڏڙن جي پيروي ۽ ڇڱن جي تقليد اڄ بہ ماڻهن جي گمراهيءَ جو سبب آهي. ڪاش! مسلمان الله جي آيتن تي غور ڪري انهن ٻيچَنُ ۽ وڪڙن مان نڪرن ۽ قرآن ۽ حديث جي صراط مستقيم کي اختيار ڪن، ڇاڪاڻ تہ نجات صرف الله ۽ رسول جي پيروي ۾ آهي ، نہ مشائخ ۽ اڪابرن جي تقليد يا ابن ڏاڏن جا پراڻا طريقا اختيار ڪرڻ ۾.

## الله جو ڪو مَٽُ ۽ مثال نہ آهي

| | |
|---|---|
| أَمِ اتَّخَذُوا مِنْ دُونِهِ أَوْلِيَاءَ فَاللَّهُ هُوَ الْوَلِيُّ وَهُوَ يُحْيِي الْمَوْتَى وَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ | ڇا انهن مانهن الله کان سواءِ ٻيا ڪار ساز بنايا آهن، الله ئي ڪار ساز آهي اهو ئي مئن کي زنده ڪندو ۽ اهو ئي هر شيءِ تي قدرت |

قَدِيرٌ (٩) وَمَا اخْتَلَفْتُمْ
فِيهِ مِنْ شَيْءٍ فَحُكْمُهُ
إِلَى اللَّهِ ذَلِكُمُ اللَّهُ
رَبِّي عَلَيْهِ تَوَكَّلْتُ
وَإِلَيْهِ أُنِيبُ (١٠)
فَاطِرُ السَّمَاوَاتِ
وَالْأَرْضِ جَعَلَ لَكُمْ
مِنْ أَنْفُسِكُمْ أَزْوَاجًا
وَمِنَ الْأَنْعَامِ أَزْوَاجًا
يَذْرَؤُكُمْ فِيهِ لَيْسَ
كَمِثْلِهِ شَيْءٌ وَهُوَ
السَّمِيعُ الْبَصِيرُ (١١)
لَهُ مَقَالِيدُ السَّمَاوَاتِ
وَالْأَرْضِ يَبْسُطُ الرِّزْقَ
لِمَنْ يَشَاءُ وَيَقْدِرُ إِنَّهُ
بِكُلِّ شَيْءٍ عَلِيمٌ
(١٢) شَرَعَ لَكُمْ مِنَ
الدِّينِ مَا وَصَّى بِهِ
نُوحًا وَالَّذِي أَوْحَيْنَا
إِلَيْكَ وَمَا وَصَّيْنَا بِهِ

رکندڙ آهي. [١] (٩)۽ جنهن شيءِ ۾
توهان جو اختلاف ٿئي، ان جو
فيصلو الله تعالیٰ ڏانهن موٽايو. [٢]
اهوئي الله منهنجو پالڻهار آهي
جنهن تي مون ويساهه ڪيو ۽
جنهن ڏانهن آئون رجوع ڪريان
ٿو.(١٠)اهو آسمانن ۽ زمين جو
پيدا ڪندڙ آهي، ان توهان لاءِ
توهان جي جنس مان جوڙا بنايا[٣] ۽
جانورن جا جوڙا بنايائين[٤] توهان
کي ان ۾ ڦهلائي پکيڙي ٿو[٥] ان
جهڙي ڪاشيءِ نہ آهي[٦] اهو ٻڌڻ ۽
ڏسڻ وارو آهي. (١١)آسمانن ۽
زمينن جون ڪنجيون ان وٽ آهن،
جنهن جو گهري رزق ڪشادو
ڪري ۽ (جنهن جو گهري ) تنگ
ڪري ٿو، بيشڪ هو هر شيءِ کي
ڄاڻيندڙ آهي. (١٢)الله توهان لاءِ
اهو ئي دين مقرر ڪيو آهي جنهن
جي قائم ڪرڻ جو ان نوح (عليہ
السلام) کي حڪم ڏنو هو ۽

| | |
|---|---|
| إِبْرَاهِيمَ وَمُوسَى وَعِيسَى أَنْ أَقِيمُوا الدِّينَ وَلَا تَتَفَرَّقُوا فِيهِ كَبُرَ عَلَى الْمُشْرِكِينَ مَا تَدْعُوهُمْ إِلَيْهِ اللَّهُ يَجْتَبِي إِلَيْهِ مَنْ يَشَاءُ وَيَهْدِي إِلَيْهِ مَنْ يُنِيبُ (١٣) (الشوري) | جيڪو اسان توڏانهن موڪليو آهي ۽ جنهن جو تاڪيدي حڪم اسان ابراهيم ۽ موسىٰ ۽ عيسىٰ (عليہ السلام) کي ڏنو هو تہ هن دين کي قائم ڪريو ۽ ان ۾ ڦوٽ نہ وجهو[٧] جنهن شيءِ ڏانهن ڪين سڏين ٿو، اها مشرڪن تي ڏکي آهي الله جنهن کي گهري ٿو چوندي ٿو ۽ جيڪو ان ڏانهن رجوع ڪري ٿو، ان کي سڌي واٽ ڏيکاري ٿو. (١٣) |

**تشريح:** (١) جڏهن ڳالهہ اها آهي تہ پوءِ الله تعاليٰ ان ڳالهہ جو وڌيڪ حقدار آهي تہ ڪيس ولي ۽ ڪار ساز مڄجي، نہ انهن کي جن وٽ ڪو اختيار ئي نہ آهي ۽ جيڪي نہ ٻڌڻ ۽ جواب ڏيڻ جي طاقت رکن ٿا ۽ نہ نفعو ۽ نقصان پهچائڻ جي صلاحيت.

(٢) ان اختلاف مان مراد دين جو اختلاف آهي، جيئن يهوديت، عيسائيت ۽ اسلام وغيره جا پاڻ ۾ اختلاف آهن ۽ هر مذهب جو پيروڪار دعويٰ ڪندو آهي تہ سندس دين سچو آهي. حالانڪ سڀ دين هڪ وقت ٿا تي سگهن سچو دين صرف هڪ ئي آهي ۽ هڪ ئي ٿي سگهي ٿو. دنيا ۾ سچو دين ۽ حق جي واٽ سڃاڻڻ لاءِ الله تعاليٰ جو قرآن

موجود آهي پر دنيا ۾ ماڻهو الله جي حَڪَم ۽ ٿالِثَ مڃڻ لاءِ تيار نہ آهن. پوءِ قيامت جو ڏينهن ئي باقي آهي، جنهن ۾ الله تعالىٰ انهن اختلافن جو فيصلو ڪندو ۽ سچن کي جنت ۾ ۽ ڪوڙن کي جهنم ۾ داخل ڪندو.

(٣) يعني اهو سندس احساس آهي توهان جي جنس مان ئي ان توهان لاءِ جوڙا بنايا، نہ تہ جيڪڏهن توهان جون زالون ڪنهن ٻي مخلوق مان بنايو وڃن ها تہ توهان کي اهو سڪون حاصل نہ ٿئي ها جيڪو پنهنجي هم جنس ۽ هم شڪل زالن جي ڪري ملي ٿو .

(٤) يعني جوڙا بنائڻ جو اهو سلسلو اسان جانورن ۾ بہ رکيو آهي. جانور مان مراد نر ۽ ماده اٺ جانور آهن جن جو ذڪر سورة الانعام ۾ ڪيو ويو آهي.

(٥)جي معنىٰ ڦهلائڻ يا پيدا ڪرڻ آهي. يعني هو توهان کي وڌائي ڦهلائي رهيو آهي يا هڪ نسل کان بعد ٻيو نسل پيدا ڪري رهيو آهي. انساني نسل کي بہ ۽ چوپائي نسل کي بہ فيه جو مطلب آهي في ذالک الخلق علي هذه الصفة يعني ان طريقي سان هو توهان کي شروع کان پيدا ڪندو اچي ٿو يا ”رحم“ يا ”پيٽ“ مراد آهي يا فيه ” له“ جي معنىٰ ۾ آهي يعني توهان جي جوڙي مان توهان کي پيدا ڪري ڦهلائي ٿو، جاڪاڻ تہ اهو ئي طريقو نسل وڌائڻ جو آهي. (فتح القدير ، ابن ڪثير)

(٦) نہ ذات ۾، نہ صفتن ۾،    الله پنهنجو مَٽُ ۽ پنهنجو مثال پاڻ آهي، واحد، اڪيلو ۽ بي نياز آهي.

(٧) صرف هڪ الله جي عبادت ۽ سندس فرمانبرداري (يا رسول جي اطاعت جيڪا دراصل الله جي ئي اطاعت آهي) مسلمانن ۽ انسانن جي وحدت جو بنياد آهي الله ۽ رسول ﷺ جي اطاعت کان منهن موڙڻ يا ان ۾ ٻين کي شريڪ ڪرڻ، تفرقي ۽ جدائي جو سبب آهي، جنهن کان هنن لفظن ۾ منع ڪئي وئي آهي تہ: "ڦوٽ نہ وجهو".

## جڏهن ڪتاب الله جي دعوت ڏجي ٿي، چون ٿا اسين ان طريقي جي پيروي ڪريون ٿا جنهن تي پنهنجن ابن ڏاڏن کي لڌوسون

| | |
|---|---|
| وَإِذَا قِيلَ لَهُمُ اتَّبِعُوا مَا أَنْزَلَ اللَّهُ قَالُوا بَلْ نَتَّبِعُ مَا أَلْفَيْنَا عَلَيْهِ آبَاءَنَا أَوَلَوْ كَانَ آبَاؤُهُمْ لَا يَعْقِلُونَ شَيْئًا وَلَا يَهْتَدُونَ (١٧٠) وَمَثَلُ الَّذِينَ كَفَرُوا كَمَثَلِ الَّذِي يَنْعِقُ بِمَا لَا يَسْمَعُ إِلَّا دُعَاءً وَنِدَاءً صُمٌّ بُكْمٌ عُمْيٌ فَهُمْ لَا | ۽ جڏهن کين چئجي ٿو تہ الله جي لاٿل ڪتاب جي تابعداري ڪريو، چون ٿا تہ اسين تہ ان طريقي جي پيروي ڪنداسون جنهن تي پنهنجن ابن ڏاڏن کي لڌوسون.جيتوڻيڪ سندس ابا ڏاڏا بي عقل ۽ گمراهہ هجن.[1] (١٧٠)ڪافرن جي مثال انهن جانورن وانگر آهي جيڪي رڳو پنهنجي ڌنار جي پڪار ۽ آواز ٻڌن ٿا. ٻوڙا، گونگا ۽ انڌا آهن، پوءِ |

| | |
|---|---|
| يَعْقِلُونَ (١٧١) يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا كُلُوا مِنْ طَيِّبَاتِ مَا رَزَقْنَاكُمْ وَاشْكُرُوا لِلَّهِ إِنْ كُنْتُمْ إِيَّاهُ تَعْبُدُونَ (١٧٢) إِنَّمَا حَرَّمَ عَلَيْكُمُ الْمَيْتَةَ وَالدَّمَ وَلَحْمَ الْخِنْزِيرِ وَمَا أُهِلَّ بِهِ لِغَيْرِ اللَّهِ فَمَنِ اضْطُرَّ غَيْرَ بَاغٍ وَلَا عَادٍ فَلَا إِثْمَ عَلَيْهِ إِنَّ اللَّهَ غَفُورٌ رَحِيمٌ (١٧٣)(البقره) | عقل نٿا رکن. [٢] (١٧١)اي ايمان وارؤ! جيڪي پاڪ شيون اسان توهان کي ڏنيون آهن، اهي کائو، پيئو ۽ الله تعالیٰ جو شڪر ڪريو، جيڪڏهن توهان خاص ان جي ئي عبادت ڪريو ٿا. [٣] (١٧٢)توهان لاءِ مئل جانور ۽ رت ۽ سوئر جو گوشت ۽ هر اها شيءِ جنهن تي الله کان سواءِ ٻئي جو نالو ورتجي، حرام آهي[٤] پوءِ جيڪو مجبور ٿئي ۽ حد لنگهندڙ ۽ زيادتي ڪندڙ نه هجي ان تي ان جي کائڻ ۾ گناهه نه آهي، الله تعالیٰ بخشڻهار مهربان آهي. (١٧٣) |

تشريح: (١) اڄ به جڏهن بدعين کي سمجهائجي ٿو ته انهن بدعتن جو دين ۾ ڪو اصل ۽ بنياد نه آهي ته جواب ڏين ٿا ته اهي ريتون رسمون ته ابن ڏاڏن کان هلنديون اچن ٿيون. حلانڪ ابا ڏاڏا دين جي روشنيءَ کان محروم به ٿي سگهن ٿا. ان ڪري شرعي دليل جي مقابلي ۾ ابن ڏاڏن جي پيروي يا پنهنجن امامن ۽ عالمن جي پيروي غلط آهي. الله تعالیٰ مسلمانن کي ان گپ مان ٻاهر ڪڍي.

(٢) انهن ڪافرن جو مثال      جن ابن ڏاڏن جي تقليد ۾ پنهنجن عقل ۽ سمجهه تي قفل هڻي ڇڏيا آهن، انهن جانورن وانگر آهن، جن کي ڌنار هڪليندو ۽ سڏيندو آهي. جانور آواز تہ ٻڌندا آهن پر سمجهندا نہ آهن تہ انهن کي ڇو ٿو سڏيو وڃي؟ ساڳيءَ طرح مقلد بہ ٻوڙا آهن جيڪي حق جو آواز نٿا ٻڌن، گونگا آهن، تنهن ڪري حق سندس زبان تان ادا نٿو ٿئي، انڌا آهن، ان ڪري حق کي ڏسڻ کان عاجز آهن ۽ بي عقل آهن، تنهن ڪري حق جي دعوت، توحيد ۽ سنت جي پيغام کي سمجهڻ کان عاجز آهن. هتي "دعا" مان ويجهو ۽ "ندا" مان ڏوراهون آواز مراد آهي.

(٣) هن ۾ ايمان وارن کي انهن سيني پاڪ شين کائڻ جو حڪم آهي جيڪي الله تعالیٰ حلال ڪيون آهن ۽ ان تي الله جو شڪر ادا ڪرڻ جي تاڪيد آهي. ان مان معلوم ٿيو تہ الله جون حلال ڪيل شيون پاڪ آهن، حرام ڪيل شيون پاڪ نہ آهن، چاهي اهي انساني نفس کي ڪيترو بہ وڻن (جيئن يورپي قومن کي سور جو گوشت پسند آهي) جاڙڻ گهرجي تہ بتن ڏانهن منسوب ڪيل جانور يا شيون مشرڪ پاڻ تي حرام ڪندا هئا (جنهن جي تفصيل سورة الانعام ۾ آهي) سندس اهو عمل غلط آهي. ائين ڪرڻ سان حلال شيءِ حرام نٿي ٿئي. توهان انهن وانگر انهن کي حرام نہ ڪجو، ڇاڪاڻ تہ حرام رڳو اهي شيون آهن جن جي تفصيل بعد ۾

ايندڙ آيت ۾ آهي. پڻ فرمايو ويو ته جيڪڏهن توهان الله جي عبادت ڪندڙ آهيو ته شڪر ادا ڪريو.

(٤) هن آيت ۾ حرام ٿيل چئن شين جو ذڪر آهي، پر لفظ "اِنَّمَا" (صرف) مان بظاهر معلوم ٿئي ٿو ته رڳو چار شيون حرام آهن، حالانڪ انهن کان سواءِ به ڪيترئيون شيون حرام آهن. ان ڪري اول هيءَ ڳالهه سمجهڻ گهرجي ته الله تعالىٰ هتي مشرڪن جي هن هلت ۽ طريقي جي سلسلي ۾ ته اهي حلال جانورن کي حرام ڪندا هئا، الله تعالىٰ فرمائي ٿو ته اهي حرام نه آهن، حرام ته هي ۽ صرف هي شيون آهن. ٻي ڳالهه اها سمجهڻ گهرجي ته ٻيون به حرام شيون آهن جن جو هتي ذڪر نه آهي. پڻ اهو به ڄاڻڻ گهرجي ته حديث ۾ جانورن جي حلال يا حرام هجڻ جي باري ۾ به اصول بيان ڪيا ويا آهن. انهن کي هن آيت جي صحيح تفسير طور سامهون رکڻ گهرجي. ١. جيڪي چيريندڙ ڦاڙيندڙ جانور ڏاڍ سان کائن ٿا، سي حرام آهن ٢. جيڪي پکي چنبي ۾ پڪڙي کائين ٿا، سي حرام آهن ٣. جن جانورن کي رسول ﷺ حرام قرار ڏنو آهي، مثلاً گڏهه، ڪتو وغيره، سي به حرام آهن. ان مان اسان کي رهنمائي ملي ٿي ته حديث به قرآن مجيد وانگر دين جو اصل، بنياد ۽ حجت آهي. انهن ٻنهي شين کي مڃڻ کان پوءِ دين ڪامل ٿئي ٿو. ائين نه آهي رڳو قرآن کي مڃڻ سان دين اسلام پورو ٿئي ٿو.

مئل مان مراد اهي حلال جانور آهن جيڪو بغير ذبح ڪرڻ جي، طبعي طور يا ڪنهن حادثي ۾ (جنهن جي تفصيل سوره مائده ۾ آهي) مري وڃي. يا ان کي شرعي طريقي جي ابتڙ ذبح ڪيو ويو هجي. مثلاً گهٽو ڏئي يا پٿر ۽ ڪاني هڻي يا جيئن موجوده زماني ۾ مشين ذريعي ذبح ڪرڻ جو طريقو آهي، جنهن ۾ جهٽڪي سان جانور کي ماريو وڃي ٿو. البته ٻه مردار جانور حديث ۾ حلال ڪيا ويا آهن: ١. مڇي ٢. ماڪڙ اهي ٻئي شيون "مئل" جي حڪم کان ٻاهر آهن. رت مان مراد وهندڙ رت آهي، يعني جيڪو ذبح وقت رت نڪري ۽ وهي ٿو. گوشت ۾ جيڪو رت لڳل رهي ٿو، سو حلال آهي. رت جا ٻه قسم حديث ۾ حلال ثابت آهن. ١. جيرو ۽ ٢. تري. سوئر جو گوشت ان ڪري حرام آهي جوبي غيرتي ۾ تمام بڇڙو جانور آهي. الله ان کي حرام ٺهرايو آهي. "وَمَآ اهل" يعني اهو جانور يا ڪابه شيءِ جنهن کي غير الله لاءِ خاص ڪجي يا پڪارجي. يعني اهي جانور جيڪي غيرالله لاءِ ذبح ڪجن ٿا، جيئن عرب جا مشرڪ لات ۽ عُزىٰ وغيره بتن جي نالي تي ذبح ڪندا هئا يا اڄ ڪلهه مجوسي ذبح ڪن ٿا.

ان ۾ اهي جانور ٻه اچي وڃن ٿا جيڪي جاهل مسلمان پنهنجن مئل بزرگن جي عقيدت، محبت ۽ تقرب حاصل ڪرڻ، انهن کان ڊڄندي ۽ منجهن اميد رکندي قبرن ۽

آستانن تي ذبح ڪن ٿا. يا    بزرگن جي نياز ۾ ڏين ٿا. (جيئن گهڻن بزرگن جي قبرن تي بورڊ لڳل آهن، مثلاً : داتا صاحب جي نياز لاءِ ٻڪر هتي جمعا ڪرايا وڃن) جيتوڻيڪ انهن تي ذبح ڪرڻ وقت الله جو نالو ورتجي پر هر صورت ۾ اهي حرام آهن. ڇاڪاڻ تہ ان مان مقصد الله جي رضا نہ پر قبر وارن جي رضا، تعظيم ۽ غيرالله کان خوف يا اميد هوندي آهي، جيڪو هڪ قسم جو شرڪ آهي، ساڳي ريت جيڪي شيون غيرالله لاءِ نذر، نياز، باس يا چڙهاون ۾ پيش ڪجن، سي بہ حرام آهن، جيئن قبرن تي ديڳيون، لنگر، مٺايون ۽ پئسا ورهائجن ٿا يا اتي رکيل بڪسن ۾ نذر نياز جا پئسا وڌا وڃن ٿا يا عرسن جي موقعي تي کير پهچائين ٿا، اهي سڀ ڪم حرام ۽ ناجائز آهن ڇاڪاڻ تہ ڪم غير الله جي نذر نياز جي صورت آهن ۽ نماز روزي وانگر نذر نياز بہ عبادت آهي ۽ عبادت جو هر قسم رڳو الله لاءِ خاص آهي، انهيءَ ڪري حديث ۾ آهي: " ملعون من ذبح لغيرالله " (صحيح جامع الصغير وزيادته ، نسائي) جنهن غيرالله لاءِ جانور ذبح ڪيو اهو لعنتي آهي. تفسير نيشا پوريءَ جي حوالي سان تفسير عزيزي ۾ آهي: اجمع العلمآءُ لو ان مسلما ذبح ذبيحة يريد بذبحها التقرب الى غير الله صار مرتذبيحتة مرتد(تفسير عزيز ٦١١ بحواله اشرف الحواشي)

عالمن جو اجماع آهي تہ          جيڪڏهن مسلمان غيرالله
جي ويجهڙائي حاصل ڪرڻ جي نيت سان جانور ذبح ڪري
تہ مرتد ٿيندو ۽ سندس ذبيحو مرتد جو ذبيحو ليکيو ويندو.

## جن کي پڪاريو ٿا اهي نٽا ٻڌن

| | |
|---|---|
| فَلَمَّا آتَاهُمَا صَالِحًا | پوءِ جڏهن الله کين تندرست اولاد |
| جَعَلَا لَهُ شُرَكَاءَ فِيمَا | عطا ڪئي تہ جيڪا (اولاد) کين |
| آتَاهُمَا فَتَعَالَى اللَّهُ عَمَّا | عطا ڪيائين ان ۾ ان جا شريڪ ۽ |
| يُشْرِكُونَ (١٩٠) | ڀائيوار نهرائڻ لڳا [1] الله تمام |
| أَيُشْرِكُونَ مَا لَا يَخْلُقُ | مٿاهون آهي سندن شرڪ کان. |
| شَيْئًا وَهُمْ يُخْلَقُونَ | (١٩٠) ڇا انهن شين کي الله سان |
| (١٩١) وَلَا | شريڪ ڪن ٿا، جيڪي ڪجھ نٽا |
| يَسْتَطِيعُونَ لَهُمْ نَصْرًا | خلقي سگهن ۽ اهي پاڻ خلقيا وڃن |
| وَلَا أَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُونَ | ٿا. (١٩١)اهي انهيءَ جي مدد جي |
| (١٩٢) وَإِنْ تَدْعُوهُمْ | سگهہ نٽا رکن ۽ نہ اهي پنهنجي |
| إِلَى الْهُدَى لَا يَتَّبِعُوكُمْ | مدد ڪري سگهن ٿا(١٩٢)۽ |
| سَوَاءٌ عَلَيْكُمْ | جيڪڏهن توهان انهن کي هدايت |
| أَدَعَوْتُمُوهُمْ أَمْ أَنْتُمْ | ڏانهن سڏيندا تہ توهان جي پيروي |
| صَامِتُونَ (١٩٣) إِنَّ | نہ ڪندا[2] توهان جي لاءِ برابر آهي |
| الَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِ | تہ انهن کي سڏيو يا خاموش رهو . |
| اللَّهِ عِبَادٌ أَمْثَالُكُمْ | (١٩٣)بيشڪ جن کي توهان الله |
| | کان سواءِ سڏيو ٿا، اهي توهان |

| | |
|---|---|
| فَادْعُوهُمْ فَلْيَسْتَجِيبُوا لَكُمْ إِنْ كُنْتُمْ صَادِقِينَ (١٩٤) أَلَهُمْ أَرْجُلٌ يَمْشُونَ بِهَا أَمْ لَهُمْ أَيْدٍ يَبْطِشُونَ بِهَا أَمْ لَهُمْ أَعْيُنٌ يُبْصِرُونَ بِهَا أَمْ لَهُمْ آذَانٌ يَسْمَعُونَ بِهَا قُلِ ادْعُوا شُرَكَاءَكُمْ ثُمَّ كِيدُونِ فَلَا تُنْظِرُونِ (١٩٥) إِنَّ وَلِيِّيَ اللَّهُ الَّذِي نَزَّلَ الْكِتَابَ وَهُوَ يَتَوَلَّى الصَّالِحِينَ (١٩٦) وَالَّذِينَ تَدْعُونَ مِنْ دُونِهِ لَا يَسْتَطِيعُونَ نَصْرَكُمْ وَلَا أَنْفُسَهُمْ يَنْصُرُونَ (١٩٧) وَإِنْ تَدْعُوهُمْ إِلَى الْهُدَى لَا يَسْمَعُوا وَتَرَاهُمْ يَنْظُرُونَ إِلَيْكَ وَهُمْ لَا يُبْصِرُونَ | وانگر الله جا ٻانها آهن[٣] پوءِ ڪين سڏيو، پلي تہ توهان ڪي جواب ڏين جيڪڏهن سچا آهيو . (١٩٤)ڇا سندن پير آهن، جن سان هلن ٿا. يا سندن هٿ آهن، جن سان پڪڙين ٿا. يا سندن اکيون آهن، جن سان ڏسن ٿا. يا سندن ڪن آهن جن سان ٻڌن ٿا. [٤] چؤ تہ پنهنجن ڀائيوارن ۽ شريڪن کي سڏيو، پوءِ منهنجي خلاف تدبير ڪريو پوءِ مون کي مهلت نہ ڏيو. [٥] (١٩٥)بيشڪ منهنجو مددگار الله تعالىٰ آهي جنهن ڪتاب لاٿو ۽ اهو نيڪ ٻانهن جي مدد ڪري ٿو. (١٩٦) ۽ جن کي توهان الله کان سواءِ سڏيو ٿا، اهي توهان جي مدد جي سگهہ نٿا رکن نہ اهي پنهنجي مدد ڪري سگهن ٿا [٦] (١٩٧)۽ جيڪڏهن ڪين هدايت لاءِ سڏيندين تہ نہ ٻڌندا ۽ ڪين ڏسندين تہ توڏانهن نهارين ٿا پر اهي (حقيقت ۾) نٿا ڏسن. (١٩٨) |

| | |
|---|---|
| (١٩٨)(الاعراف) | |

تشريح: (١) هتي شرڪ ڪرڻ مان مراد يا تہ ٻار جو شرڪي نالو رکڻ آهي مثلاً امام بخش، پير ڏتو، عبد شمس، رسول بخش وغيره جنهن مان ظاهر ٿئي تہ فلاڻي بزرگ يا فلاڻي قبر تي ويا هئاسون جنهن جي نتيجي ۾ ٻار پيدا ٿيو يا ڪنهن مئل جي نالي نذر نياز ڏي يا ٻار کي ڪنهن قبر تي وٺي وڃي ۽ اتي سندس مٿو ٽڪائي. اهي سڀ صورتون شرڪ جو آهن، جيڪي بدقسمتي سان مسلمان عوام ۾ بہ عام آهن. ايندڙ آيتن ۾ الله تعالیٰ شرڪ جي ترديد فرمائي رهيو آهي.

(٢) يعني توهان جي بيان ڪيل ڳالهہ تي عمل نہ ڪنداسون. هڪ مطلب هي بہ آهي تہ جيڪڏهن انهن کي هدايت ڏانهن سڏيندا تہ اهي توهان جي ڳالهہ نہ مڃيندا. نہ توهان کي جواب ڏيندا (فتح القدير)

(٣) يعني جڏهن اهي جيئرا هئا. بلڪ هاڻي تہ توهان انهن جي مقابلي ۾ وڌيڪ ڪامل آهيو. هاڻي اهي ڏسي نٿا سگهن، توهان ٻڌو ٿا. اهي ڪنهن جي ڳالهہ سمجهي نٿا سگهن، توهان سمجهي سگهو ٿا. اهي جواب نٿا ڏئي سگهن توهان جواب ڏيو ٿا. ان مان معلوم ٿيو تہ مشرڪ جن جون مورتون ۽ مجسما ناهي پوڄين ٿا، اهي الله جا ٻانها يعني انسان هئا.

جيئن سيدنا نوح عليہ السلام جي قوم جي بتن بابت صحيح بخاري ۾ وضاحت موجود آهي تہ اهي الله جا نيڪ ٻانها هئا.

(٤) يعني هاڻي انهن مان ڪا بہ شيءِ وٽن موجود نہ آهي. مرندي گهڙي ئي سندن ڏسن، ٻڌڻ، سمجهڻ ۽ گهمڻ ڦرڻ جي طاقت ختم ٿي وڃي ٿي. هاڻي وٽن انهن ڏانهن منسوب ڪيل پٿرن يا ڪاٺين جون اڏيل مورتون ۽ مجسما يا مٽيءَ جا جوڙيل گنبذ، قبا ۽ آستانا آهن. جيڪي سندن قبرن تي اڏيا ويا آهن ۽ اهڙي طرح هڏين وڪڻڻ جو ڪاروبار اوج تي آهي. جيئن شاعر چيو تہ آدمي جيتوڻيڪ پوڙهو ٿي چڪو آهي مگر لات منات جوان آهي.

(٥) يعني جيڪڏهن پنهنجي هن دعوىٰ ۾ سچا آهيو تہ اهي توهان جا مددگار آهن تہ ڪين چئو تہ منهنجي مقابلي ۾ ڪا تدبير ڪن ڪا رٿ رٿين.

(٦) جيڪو شخص پنهنجي مدد پاڻ نہ ڪري اهو ڀلا ڪنهن ٻئي جي ڪهڙي مدد ڪري سگهندو؟

(٧) يعني جيتوڻيڪ بظاهر صحيع سالم انسان آهن مگر هدايت جي واٽ تي هلڻ لاءِ انهن جي دلين جون اکيون بند آهن، ان ڪري انهن جي باري ۾ فرمايو ويو تہ اهي نٿا ڏسن. ٻئي هنڌ انهن کي ٻوڙو، گونگو ۽ انڌو فرمايو ويو آهي، الله تعالىٰ انهن بڇڙين خصلتن کان بچائي، آمين يارب العالمين.

## سيني ڪمن جي تدبير الله ڪري ٿو

| | |
|---|---|
| قُلْ مَنْ يَرْزُقُكُمْ مِنَ السَّمَاءِ وَالْأَرْضِ أَمَّنْ يَمْلِكُ السَّمْعَ وَالْأَبْصَارَ وَمَنْ يُخْرِجُ الْحَيَّ مِنَ الْمَيِّتِ وَيُخْرِجُ الْمَيِّتَ مِنَ الْحَيِّ وَمَنْ يُدَبِّرُ الْأَمْرَ فَسَيَقُولُونَ اللَّهُ فَقُلْ أَفَلَا تَتَّقُونَ (٣١) فَذَلِكُمُ اللَّهُ رَبُّكُمُ الْحَقُّ فَمَاذَا بَعْدَ الْحَقِّ إِلَّا الضَّلَالُ فَأَنَّى تُصْرَفُونَ (٣٢) كَذَلِكَ حَقَّتْ كَلِمَةُ رَبِّكَ عَلَى الَّذِينَ فَسَقُوا أَنَّهُمْ لَا يُؤْمِنُونَ (٣٣) قُلْ هَلْ مِنْ شُرَكَائِكُمْ مَنْ يَبْدَأُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيدُهُ قُلِ اللَّهُ يَبْدَأُ الْخَلْقَ ثُمَّ يُعِيدُهُ فَأَنَّى تُؤْفَكُونَ (٣٤) قُلْ هَلْ مِنْ | چئو تہ اھو ڪير آھي جيڪو توھان کي آسمانن ۽ زمين مان رزق پھچائي ٿو يا اھو ڪير آھي جيڪو ڪنن ۽ اکين جو مالڪ آھي؟ ۽ اھو ڪير آھي ڪڍي ٿو ۽ مئي کي زنده مان ڪڍي ٿو؟ ۽ اھو ڪير آھي جيڪو سيني ڪمن جي تدبير ڪري ٿو؟ ضرور چوندا تہ "الله"[١] چئو تہ پوءِ ڇا نٿا ڊڄو؟(٣١)اھو الله آھي، جيڪو توھان جو حقيقي رب آھي پوءِ حق کان پوءِ بيو ڇا رھيو سواءِ گمراھيءَ جي پوءِ ڪيڏانھن ڦيرايا وڃو ٿا ؟[٢](٣٢) اھڙي طرح تنھنجي رب جي اھا ڳالھہ فاسقن تي ثابت ٿي چڪي تہ اھي ايمان نہ آڻيندا[٣] (٣٣)چئو تہ توھان جي شريڪن ۾ ڪو آھي جيڪو پھريون ڀيرو پيدا ڪري، ٻيھر پيدا ڪري؟ چئو تہ الله پھريون |

| | |
|---|---|
| شُرَكَائِكُمْ مَنْ يَهْدِي إِلَى الْحَقِّ قُلِ اللَّهُ يَهْدِي لِلْحَقِّ أَفَمَنْ يَهْدِي إِلَى الْحَقِّ أَحَقُّ أَنْ يُتَّبَعَ أَمَّنْ لَا يَهِدِّي إِلَّا أَنْ يُهْدَى فَمَا لَكُمْ كَيْفَ تَحْكُمُونَ (٣٥) يونس | پيرو پيدا ڪري ٿو پوءِ ٻيهر بہ پيدا ڪندو[٤] (٣٤)چؤ تہ الله ئي حق جي واٽ وٺائي ٿو[٥] پوءِ جيڪو حق جي واٽ وٺائي اهو وڌيڪ تابعداري جي لائق آهي يا اهو جنهن کي ٻڌائڻ کان سواءِ پاڻ بہ رستو سمجهہ ۾ نہ اچي[٦] پوءِ توهان کي ڇا ٿي ويو آهي توهان ڪيئن فيصلا ڪريو ٿا؟[٧] (٣٥) |

تشريح: (١) هن آيت مان ظاهر آهي تہ مشرڪ الله تعالىٰ جي مالڪيت، خالقيت، ربوبيت ۽ سندس جهانن جي انتظام هلائڻ کي تسليم ڪندا هئا پر ان جي باوجود جيئن تہ ان جي الوهيت ۾ ٻين کي شريڪ ڪندا هئا انهيءَ ڪري الله تعالىٰ کين جهنم جو ٻارڻ نهرايو. اڄ ڪلهہ ايمان جي دعوىٰ ڪندڙ بہ انهيءَ توحيدالوهيت جاانڪاري آهن الله انهن کي هدايت ڏي

(٢) يعني رب ۽ الٰہ (معبود) تہ اهو ئي آهي جنهن جي باري ۾ توهان پاڻ ڄاڻو ٿا تہ هر شيءِ جو خالق، مالڪ ۽ انتظام ڪندڙ اهو ئي آهي، پوءِ ان معبود کي ڇڏي جيڪي ٻيا معبود ٺهرايو ٿا، اهي سواءِ گمراهي جي ڪجهہ نہ آهن. توهان جي سمجهہ ۾ اها ڳالهہ ڇو نٿي اچي؟ ڪاڏي ٿا ڦيرايا وڃو؟

(٣) يعني جيئن تہ اهي مشرڪ سموري مجتا جي باوجود ڪفر، شرڪ تي سندرو ٻڌي بيٺا آهن ۽ ان کي ڇڏڻ لاءِ تيار نہ آهن، ساڳيءَ طرح تنهنجي رب جي اها ڳالهہ محڪم ۽ اڻ ٽر آهي تہ اهي ايمان آڻيندڙ نہ آهن. ڇاڪاڻ تہ غلط رستو ڇڏي، صحيح واٽ اختيار ڪرڻ لاءِ تيار نہ آهن، پوءِ ڪين هدايت ۽ ايمان نصيب ڪيئن ٿيندو؟ اها ئي ڳالهہ ٻئي هنڌ هن طرح بيان ڪئي وئي آهي تہ (١) وَلَكِنْ حَقَّتْ كَلِمَةُ الْعَذَابِ عَلَى الْكَافِرِينَ (٧١)

پر الله تعالىٰ جي ڳالهہ ڪافرن تي ثابت ٿي چڪي .

(٤) مشرڪن جي شرڪ جي ڪمزوري ظاهر ڪرڻ لاءِ ڪائنن پڇيو وڃي ٿو تہ ٻڌايو، جن کي توهان الله جو ڀائيوار ٺهرايو ٿا، ڇا انهن پهريون ڀيرو هيءَ ڪائنات پيدا ڪئي آهي؟ يا ٻيهر پيدا ڪرڻ جي سگهہ رکن ٿا؟ نہ هرگز نہ! پهريون ڀيرو بہ پيدا ڪندڙ الله آهي ۽ قيامت جي ڏينهن ٻيهر اهو ئي سيني کي جياريندو. پوءِ توهان هدايت جي واٽ ڇڏي ڪيڏانهن ڦيرايا وڃو ٿا.

(٥) يعني واٽ کان ٿڙيل مسافرن کي رستو ٻڌائيندڙ ۽ گمراهہ ٿيل دلين کي هدايت ڏانهن آڻيندڙ الله تعالىٰ ئي آهي. مشرڪن جي ڀائيواري مان اهڙو ڪو نہ آهي جيڪو هي ڪم ڪري سگهي.

(٦) يعني پوءِ ڪير آهي جنهن جي پيروي ڪجي؟ جيڪو ڏسي ٿو، ٻڌي ٿو ۽ ماڻهن جي حق ڏانهن رهنمائي ڪري ٿو، يا اهو جيڪو انڌو، ٻوڙو آهي ۽ پاڻ ٻه واٽ تي هلي نٿو سگهي. جيستائين ٻيو ڪو ڪيس رستو نہ ڏيکاري يا هٿ کان نہ وٺي وڃي ؟

(٧) يعني توهانجن عقلن کي ڇا ٿيو آهي، ڪيئن ٿا الله تعالىٰ ۽ ان جي مخلوق کي برابر ٺهرايو ۽ ساڻس گڏ ٻين جي عبادت ۾ شريڪ سمجهو ٿا ؟ جڏهن تہ انهن دليلن جي تقاضا آهي تہ صرف هڪ الله کي معبود مڃجي ۽ عبادت جا سڀ قسم رڳو ان لاءِ خاص ڪجن.

## گهڻا ماڻهو گمان جي پيروي ڪن ٿا

۽ انهن مان گهڻا گمان جي پيروي ڪن ٿا ۽ بيشڪ گمان حق جي مقابلي ۾ بچائي نٿو سگهي . بيشڪ جيڪي ڪم اهي ڪن ٿا الله انهن کي ڄاڻندڙ آهي.

تشريح: (١) ليڪن ڳالھ اها آهي تہ ماڻهو رڳو اٽڪل بازي جي ڳالهين تي هلن ٿا. حالانڪ ڄاڻن ٿا تہ دليلن جي مقابلي ۾ وهمن، خيالن، گمانن جي ڪا حيثيت نہ آهي. لفظ "ظن" قرآن مجيد ۾ گمان ۽ يقين ٻنهي معنائن ۾ استعمال ٿيو آهي. هتي مراد آهي گمان ۽ اندازا.

(٢) يعني انهن کي انهيءَ ضد ۽ هٺ جي ضرور سزا ڏيندو. ڇاڪاڻ تہ دليل ۽ حق کي ڇڏي اهي رڳو باطل وهمن ۽ گمانن جي پويان هلن ٿا ۽ عقل ۽ سمجهہ کان بلڪل ڪم نہ ورتائون .

## الله ڏانهن دانائيءَ سان سڏيو

| | |
|---|---|
| ادْعُ إِلَى سَبِيلِ رَبِّكَ بِالْحِكْمَةِ وَالْمَوْعِظَةِ الْحَسَنَةِ وَجَادِلْهُمْ بِالَّتِي هِيَ أَحْسَنُ إِنَّ رَبَّكَ هُوَ أَعْلَمُ بِمَنْ ضَلَّ عَنْ سَبِيلِهِ وَهُوَ أَعْلَمُ بِالْمُهْتَدِينَ (١٢٥) النمل | پنهنجي رب جي واٽ ڏانهن دانائيءَ ۽ بهترين نصيحت سان سڏ ۽ انهن سان بهترين طريقي سان گفتگو ڪر[١] يقينن تنهنجو رب انهن کي بہ ڄاڻي ٿو جيڪي گمراهہ ٿيا آهن ۽ انهن کي بہ ڄاڻي ٿو جيڪي هدايت تي هلن ٿا.[٢] (١٢٥) |

تشريح: (١) هن آيت ڪريم ۾ تبليغ ۽ دعوت جا اصول بيان ڪيا ويا آهن، جيڪي دانائي، سهڻي نصيحت تي ٻڌل آهن. يعني ڪاوڙ ۽ تلخيءَ کان بچندي مهرباني ۽ نرم رويي اختيار ڪرڻ جي تاڪيد ڪئي وئي آهي.

(٢) يعني توهان جو ڪم مٿي بيان ڪيل اصولن مطابق وعظ نصيحت ڪرڻ آهي. هدايت جي واٽ ونائڻ صرف الله جي اختيار ۾ آهي ۽ اهو ڄاڻي ٿو تہ هدايت قبول ڪندڙ ڪير آهي ۽ ڪير نہ آهي .

## چا اهي بغير پيدا ڪندڙ جي پيدا ٿيا آهن؟

| | |
|---|---|
| أَمْ خُلِقُوا مِنْ غَيْرِ شَيْءٍ أَمْ هُمُ الْخَالِقُونَ (٣٥) أَمْ خَلَقُوا السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ بَل لَا يُوقِنُونَ (٣٦) أَمْ عِنْدَهُمْ خَزَائِنُ رَبِّكَ أَمْ هُمُ الْمُسَيْطِرُونَ (٣٧) أَمْ لَهُمْ سُلَّمٌ يَسْتَمِعُونَ فِيهِ فَلْيَأْتِ مُسْتَمِعُهُمْ بِسُلْطَانٍ مُبِينٍ (٣٨) الطور | چا اهي بغير خالق جي پيدا ڪيا ويا آهن[١] يا اهي پيدا ڪندڙ آهن. [٢] (٣٥) يا انهن آسمانن ۽ زمين کي پيدا ڪيو آهي؟ بلڪ اهي يقين نٿا ڪن. [٣] (٣٦) يا چا انهن وٽ تنهنجي رب جا خزانا آهن؟[٤] يا انهن جا آهي داروغا آهن. [٥] (٣٧)يا انهن وٽ ڏاڪڻ آهي جنهن تي چڙهي ٻڌن ٿا؟[٦] پوءِ ڪيس ٻڌندڙن لاءِ روشن دليل آڻڻ گهرجي. (٣٨) |

تشريح: (١) يعني جيڪڏهن واقعي ائين آهي ته پوءِ ڪنهن کي هي حق نه آهي ته ڪين ڪنهن ڳالهه جو حڪم ڏئي يا ڪنهن ڳالهه کان منع ڪري؟ پر جيڪڏهن ائين نه آهي، بلڪ کين سندن خالق پيدا ڪيو آهي ته ظاهر آهي ته انهن کي پيدا ڪرڻ جو خاص مقصد هوندو، پوءِ اهو کين پيدا ڪري اجايو ڪيئن ڇڏي سگهي ٿو؟

(٢) يعني اهي پاڻ به پنهنجا خالق نه آهن، بلڪ اهي الله تعالیٰ جي خالق هجڻ جو اقرار ڪن ٿا.

(٣) بلڪ الله جي وعدن ۽ ڌمڪين جي باري ۾ شڪ ۾ آهن.

(٤) يعني جنهن کي گهرن روزي ڏين ۽ جنهن کي گهرن نہ ڏين يا جنهن کي چاهي نبوت ڏين ۽ جنهن کي چاهي نبوت نہ ڏين.

(٥) لفظ آهي "مصيطر" جيڪو "مسيطر" مان ورتل آهي، لکندڙ جيڪو محافظ ۽ نگران هوندو آهي ان ڪري هي لفظ محافظ ۽ نگران جي معنىٰ ۾ بہ استعمال ٿيندو آهي يعني ڇا الله جي خزانن يا ان جي رحمت تي سندن ڪنٽرول آهي تہ جنهن کي اهي گهرن، جيڪي چاهين ڏين ۽ جنهن کي چاهين نہ ڏين .

(٦) يعني سندن دعوىٰ آهي تہ ڏاڪڻ تي چڙهي اهي بہ سيدنا مُحَمَّد ﷺ وانگر آسمان تي وڃي فرشتن جون ڳالهيون يا جيڪا وحي سندن طرف اچي ٿي ان کي ٻڌن؟

## الله پوري سگهہ رکي ٿو

| | |
|---|---|
| أَوَلَمْ يَرَوْا أَنَّ اللَّهَ الَّذِي خَلَقَ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضَ قَادِرٌ عَلَى أَنْ يَخْلُقَ مِثْلَهُمْ وَجَعَلَ لَهُمْ أَجَلًا لَا رَيْبَ فِيهِ فَأَبَى الظَّالِمُونَ إِلَّا كُفُورًا (٩٩) قُلْ لَوْ أَنْتُمْ تَمْلِكُونَ خَزَائِنَ | ڇا نٿا ڏسن تہ جنهن الله آسمانن ۽ زمين کي خلقيو آهي، اهو هن ڳالهہ تي قدرت رکندڙ آهي تہ انهن وانگر (ٻي مخلوق) پيدا ڪري[١] ۽ انهن جي لاءِ اها اجل ۽ مدت مقرر ڪئي اٿس، جنهن ۾ ڪو شڪ نہ آهي[٢] پوءِ ظالم رڳو انڪار تي سندرو ٻڌي بيٺا آهن. (٩٩) چؤ تہ |

| | |
|---|---|
| رَحْمَةِ رَبِّي إِذًا لَأَمْسَكْتُمْ خَشْيَةَ الْإِنْفَاقِ وَكَانَ الْإِنْسَانُ قَتُورًا (١٠٠) بني اسرائيل | جيڪڏهن توهان منهنجي رب جي رحمت جي خزانن جا مالڪ هجو تڏهن بہ انهن کي خرچ ٿيڻ جي خوف کان روڪيندا[٣] ۽ انسان تنگ دل آهي. (١٠٠) |

**تشريح:** (١) سندن جواب ۾ الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ اهو الله جيڪو آسمانن ۽ زمين جو خالق آهي اهو انهن وانگر ٻي مخلوق پيدا ڪري سگهي ٿو يا انهن کي ٻيهر جياري سگهي ٿو. ڇاڪاڻ تہ اهو ڪم آسمانن ۽ زمين جي پيدائش کان آسان آهي

"لَخَلْقُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ أَكْبَرُ مِنْ خَلْقِ النَّاسِ وَلَكِنَّ أَكْثَرَ النَّاسِ لَا يَعْلَمُونَ (٥٧)"

**ترجمو:**

يعني آسمانن ۽ زمين جي پيدائش انسانن جي پيدائش کان تمام وڏو ڪم آهي. ان مضمون کي الله تعاليٰ سورة احقاف: ٣٣ ۽ سوره ياسين ٧١_٧٢ ۾ بہ بيان فرمايو آهي.

(٢) اجل (وقت) مان مراد موت يا قيامت آهي. ڪلام جي اڳ پوءِ جي لحاظ سان هتي قيامت مراد وٺڻ وڌيڪ صحيح آهي. يعني اسان انهن کي قبرن مان ٻيهر اٿارڻ لاءِ هڪ وقت مقرر ڪيو ويو آهي.

﴿وَمَا نُؤَخِّرُهُ إِلَّا لِأَجَلٍ مَعْدُودٍ (١٠٤) ﴾ هود

ترجمو:

اسين سندن معاملي کي هڪ مدت تائين پوئتي ڪريون ٿا.

(٣) يعني انهيءَ خوف جي ڪري خرچ نہ ڪندا تہ خرچ ڪرڻ کان پوءِ ختم ٿي ويندو، ان کان پوءِ فقير ٿي وينداسون. حالانڪ اهو الله جو خزانو آهي جيڪو ختم ٿيندڙ نہ آهي. پر جيئن تہ انسان تنگ دل آهي انهيءَ ڪري ڪنجوسي کان ڪم وٺي ٿو. ٻي جاءِ تي الله تعالىٰ فرمائي ٿو:

﴿أَمْ لَهُمْ نَصِيبٌ مِنَ الْمُلْكِ فَإِذًا لَا يُؤْتُونَ النَّاسَ نَقِيرًا (٥٣) ﴾ النساء

ترجمو:

يعني جيڪڏهن ڪين الله تعالىٰ جي بادشاهي مان ڪجھ حصو ملي تہ بہ اهي ماڻهن کي ڪجھ بہ نہ ڏيندا. "نقير" کجيءَ جي ککڙيءَ ۾ جيڪو سوراخ هوندو آهي، ان کي چئبو آهي. يعني ڪنهن کي ترِ جيتري شيءِ بہ نہ ڏيندا. اهو تہ الله جو فضل ۽ ٻاجھ آهي جو ان پنهنجي خزانن جا منهن ماڻهن لاءِ کولي ڇڏيا آهن. جيئن حديث ۾ آهي تہ الله تعالىٰ جا هٿ ڀريل آهن، رات ڏينهن خرچ ڪندو رهي ٿو پر ان جي هٿ ۾ جيڪي آهي ان ۾ ڪا گهٽتائي نٿي اچي. سوچيو تہ سهي! جڏهن کان آسمان ۽ زمين پيدا ڪيا اٿس، ڪيتري قدر خرچ ڪيو اٿس، ليڪن ان جي هٿ ۾ جيڪي آهي ان ۾ ڪا گهٽتائي نہ آهي. (بخاري ڪتاب التوحيد)

## آسمانن ۽ زمين جي سڀ مخلوق الله جي ساراهه ڪري ٿي

| | |
|---|---|
| أَلَمْ تَرَ أَنَّ اللَّهَ يُسَبِّحُ لَهُ مَنْ فِي السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَالطَّيْرُ صَافَّاتٍ كُلٌّ قَدْ عَلِمَ صَلَاتَهُ وَتَسْبِيحَهُ وَاللَّهُ عَلِيمٌ بِمَا يَفْعَلُونَ (٤١) وَلِلَّهِ مُلْكُ السَّمَاوَاتِ وَالْأَرْضِ وَإِلَى اللَّهِ الْمَصِيرُ (٤٢) أَلَمْ تَرَ أَنَّ اللَّهَ يُزْجِي سَحَابًا ثُمَّ يُؤَلِّفُ بَيْنَهُ ثُمَّ يَجْعَلُهُ رُكَامًا فَتَرَى الْوَدْقَ يَخْرُجُ مِنْ خِلَالِهِ وَيُنَزِّلُ مِنَ السَّمَاءِ مِنْ جِبَالٍ فِيهَا مِنْ بَرَدٍ فَيُصِيبُ بِهِ مَنْ يَشَاءُ وَيَصْرِفُهُ عَنْ مَنْ يَشَاءُ يَكَادُ سَنَا بَرْقِهِ يَذْهَبُ بِالْأَبْصَارِ (٤٣) يُقَلِّبُ | ڇا ڏسين نٿو تہ آسمانن ۽ زمين جي مخلوق ۽ پر پکيڙيندي پکي[1] الله جي تسبيح ۾ مشغول آهن هر هڪ پنهنجي نماز ۽ تسبيح ڄاڻي ٿو.[2] جيڪي اهي ڪن ٿا الله ان کان چڱيءَ طرح واقف آهي.[3] (٤١)زمين ۽ آسمانن جي بادشاهي الله لاءِ آهي ۽ هر هڪ کي الله ڏانهن موٽڻو آهي[4] (٤٢)ڇا ڏسو نٿا تہ الله تعالىٰ ڪڪرن کي هلائي ٿو، پوءِ انهن کي ملائي ٿو. پوءِ انهن کي تنهن جي مٿان تهہ ڪري ٿو. پوءِ ڏسو ٿا تہ انهن جي وچان مينهن وسي ٿو. اهو ئي آسمان مان جبل لاهي ٿو، جن ۾ ڳڙا آهن[5] پوءِ جنهن تي چاهي ٿو وسائي ٿو ۽ جنهن تان چاهي ٿو هٽائي ٿو[6] ڪڪرن مان نڪرندڙ بجليءَ جي |

| | |
|---|---|
| اللَّهُ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَعِبْرَةً لِأُولِي الْأَبْصَارِ (٤٤) وَاللَّهُ خَلَقَ كُلَّ دَابَّةٍ مِنْ مَاءٍ فَمِنْهُمْ مَنْ يَمْشِي عَلَىٰ بَطْنِهِ وَمِنْهُمْ مَنْ يَمْشِي عَلَىٰ رِجْلَيْنِ وَمِنْهُمْ مَنْ يَمْشِي عَلَىٰ أَرْبَعٍ يَخْلُقُ اللَّهُ مَا يَشَاءُ إِنَّ اللَّهَ عَلَىٰ كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ (٤٥)النور: | چمڪ اهڙي هوندي آهي جو جڻ اجهو تي اکين جي روشني ختم ٿئي[٧](٤٣) الله تعالىٰ ڏينهن ۽ رات کي ڦيرائي ٿو[٨] بيشڪ ان ۾ اکين وارن جي لاءِ عبرت آهي. (٤٤)الله تعالىٰ سڀ ساهوارا پاڻيءَ مان پيدا ڪيا آهن. انهن مان ڪو پيٽ تي هلي ٿو[٩] ۽ ڪو ٻن پيرن تي هلي ٿو.[١٠] ۽ ڪو چئن پيرن تي هلي ٿو.[١١] جيڪي الله گهري ٿو پيدا ڪري ٿو.[١٢] بيشڪ الله تعالىٰ هر شيءِ تي وس وارو آهي. (٤٥) |

تشريح: (١) اصل لفظ آهي "صافات" جنهن جي معنىٰ آهي پر پرپکيڙيندڙ ۽ ان جو مفعول اجنحتها (پر) محذوف آهي. يعني پر پکڙيندي. (من في السموت والارض) ۾ پکي به شامل مگر هتي انهن جو ذڪر جدا ڪيو ويو، ڇاڪاڻ ته پکي سيني کان نرالا ۽ نمايان مخلوق آهي. جيڪي الله تعالىٰ جي ڪامل قدرت سان آسمانن ۽ زمين جي وچ ۾ فضا ۾ اڏرن ٿا ۽ الله تعالىٰ جي ساراهه بيان ڪن ٿا. جيئن ته پکي اڏرن ٿا جنهن کان سموري مخلوق محروم آهي ۽

زمين تي هلڻ جي سگهه بہ رکن ٿا، ان ڪري خاص انهن جو ذڪر ڪيو ويو.
(٢) يعني الله تعالىٰ هر مخلوق کي الهام ڪيو آهي منجهس اها ڳالهہ وجهي ڇڏي آهي تہ الله تعالىٰ جي تسبيح ڪندا رهن ؟ يعني اها اتفاقي ڳالهہ نہ آهي بلڪ اها بہ الله تعالىٰ جي قدرت آهي جو آسمان ۽ زمين جي هر شيءِ پالڻهار جي ساراهہ ۽ تسبيح ڪري ٿي نماز ادا ڪري ٿي جيئن تہ انهن جي پيدائش الله تعالىٰ جي هڪ وڏي ڪاريگري آهي جنهن تي سواءِ الله جي ڪو سگهہ نٿو رکي.
(٣) زمين ۽ آسمان جي سڀ مخلوق الله تعالىٰ جي اطاعت ۽ تسبيح ڪري ٿي ۽ اهو سڀ ڪجهہ سندس علم ۾ آهي. اها انسانن ۽ جنن جي هڪ قسم کي آهي تہ توهان کي الله تعالىٰ شعور ۽ ارادي جي آزادي ڏني آهي توهان کي جڳائي تہ ٻي مخلوق جي پيٺ ۾ الله تعالىٰ جي وڏيک ساراهہ ۽ تعريف ڪريو. ليڪن معاملو ان جي ابتڙ آهي. ٻئي مخلوق الله تعالىٰ جي تسبيح ۾ مشغول رهي ٿي ليڪن سمجهہ شعور ۽ ارادي جي سگهہ رکندڙ انسان ۽ جن ان ۾ گهٽي ڪوتاهي ڪن ٿا، جنهن جي ڪري اهي الله تعالىٰ جي پڪڙ ۾ ايندا.
(٤) پوءِ الله تعالىٰ ئي اصل حاڪم آهي جنهن جي حڪم کان ڪو روڪڻ وارو نہ آهي ۽ اهو ئي برحق معبود آهي جنهن

کان سواءِ کنهن جي عبادت جائز نہ آهي. سيني کي ان ڏانهن موٽڻو آهي. جتي هر هڪ جي باري ۾ عدل انصاف سان فيصلو فرمائيندو.
(٥) ان جو هڪ مطلب اهو آهي جيڪو ترجمي ۾ بيان ڪيو ويو آهي يعني آسمانن ۾ ڳڙن جا جبل آهن جتان ڳڙا وسائي ٿو (ابن ڪثير) ٻي معنىٰ سماءِ معنىٰ آهي بلندي. "جبال" ، جبلن جيڏا وڏا وڏا ٽڪرا يعني الله تعالىٰ آسمان مان مينهن وسائي ٿو ۽ بلند فضا مان جڏهن گهري ٿو برف جا وڏا وڏا ٽڪرا بہ لاهي ٿو. (فتح القدير) يا مطلب هي آهي تہ جبلن جيڏن ڪڪرن مان برف جا ڳڙا وسائي ٿو.
(٦) يعني ڳڙا ۽ مينهن رحمت ۽ ٻاجهہ طور جنهن تي چاهي وسائي ٿو ۽ جنهن کي چاهي ٿو محروم رکي ٿو. يا مطلب هي آهي تہ جنهن تي چاهي ڳڙن جو عذاب نازل ڪري، جنهن جي ڪري فصل تباهہ ۽ پوکون برباد ٿين ٿيون ۽ جنهن تي پنهنجي رحمت ڪرڻ گهري ٿو ان کي ان کان بچائي ٿو.
(٧) يعني ڪڪرن ۾ چمڪندڙ بجلي جيڪا عمومًا مينهن اچڻ جي خوشخبري هوندي آهي ان ۾ ايتري تيزي هوندي آهي جو اکين جي روشني ختم ٿيڻ واري هوندي آهي اهو بہ ان جي ڪاريگري جو شاندار نمونو آهي.
(٨) يعني ڪڏهن ڏينهن وڏا تہ راتيون ننڍيون ٿين ۽ ڪڏهن ان جي ابتڙ هوندو آهي. ۽ ڪڏهن ڏينهن جي روشني کي

ڪڪرن جي اونداهيءَ سان     رات جي اونداهيءَ کي چنڊ جي روشني سان بدلائي ٿو.

(٩) جيئن نانگ، مچي، ۽ زمين جا ٻيا ڪيڙا مڪوڙا آهن.

(١٠) جيئن انسان ۽ پکي آهن.

(١١) جيئن سڀ جانور ۽ حيوان آهن.

(١٢) اهو اشارو آهي ان ڳالهه ڏانهن ته ڪا مخلوق اهڙي به آهي جيڪا چئن کان وڌيڪ پيرن واري آهي. جيئن تا نيئڙو ۽ ٻيا گهڻا جيت جڻا.

## سڌي ڳالهه ڪريو

| | |
|---|---|
| يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا اتَّقُوا اللَّهَ وَقُولُوا قَوْلًا سَدِيدًا (٧٠) يُصْلِحْ لَكُمْ أَعْمَالَكُمْ وَيَغْفِرْ لَكُمْ ذُنُوبَكُمْ وَمَنْ يُطِعِ اللَّهَ وَرَسُولَهُ فَقَدْ فَازَ فَوْزًا عَظِيمًا (٧١) الاحزاب | اي ايمان وارو الله کان ڊڄو ۽ سڌي ڳالهه ڪريو[١] (٧٠)توهان جا عمل صحيح ٿيندا ۽ الله توهان جا گناهہ معاف ڪندو[٢] ۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي اطاعت ڪندو انهيءَ وڏي ڪاميابي ماٺي. (٧١) |

تشريح: (١) يعني الله اهڙي ڳالهه جنهن ۾ ڏنگائي ۽ وڙوڪڙ هجي، ان کان پاڻ کي بچايو. نه ڏوکي جي ڳالهه ڪريو نه فريبڪاري ڪريو. بلڪ سچ ۽ حق تي هلو. اصل ۾ لفظ آهي "سديدا" جيڪو "تسديد السهم" کان ورتل آهي يعني جيئن تير سڌو ڪبو آهي تان ته نشان تي سڌو لڳي، ساڳي طرح

توهان جي زبان مان نڪتل ڳالهه ۽ توهان جو ڪردار بہ مستقيم ۽ سچو هجڻ گهرجي. حق ۽ انصاف جي واٽ ڪان وار برابر نہ نہ ٿڙو.

(٢) تقويٰ پرهيزگاري ۽ سڌي سنئين ڳالهه ڪرڻ جو نتيجو هي نڪرندو تہ توهان جي عملن جي اصلاح ٿيندي ۽ توهان کي وڏيڪ چڱن ڪمن جي توفيق ملندي. جيڪڏهن ڪا ڪوتاهي رهجي وئي تہ الله تعالىٰ توهان کي بخشڻهار آهي.

## ايمان وارا الله ۽ رسول جي ڳالهه مڃين ٿا

| | |
|---|---|
| لَقَدْ أَنْزَلْنَا آيَاتٍ مُبَيِّنَاتٍ وَاللَّهُ يَهْدِي مَنْ يَشَاءُ إِلَى صِرَاطٍ مُسْتَقِيمٍ (٤٦) وَيَقُولُونَ آمَنَّا بِاللَّهِ وَبِالرَّسُولِ وَأَطَعْنَا ثُمَّ يَتَوَلَّى فَرِيقٌ مِنْهُمْ مِنْ بَعْدِ ذَلِكَ وَمَا أُولَئِكَ بِالْمُؤْمِنِينَ (٤٧) وَإِذَا دُعُوا إِلَى اللَّهِ وَرَسُولِهِ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ إِذَا فَرِيقٌ مِنْهُمْ مُعْرِضُونَ (٤٨) وَإِنْ يَكُنْ لَهُمُ الْحَقُّ يَأْتُوا إِلَيْهِ مُذْعِنِينَ (٤٩) | بيشڪ اسان روشن ۽ پڌريون آيتون لاٿيون آهن ۽ الله تعالىٰ جنهن کي چاهي سڌي واٽ ڏيکاري ٿو. (٤٦)۽ چون ٿا تہ اسان الله ۽ رسول ﷺ تي ايمان آندو ۽ اطاعت ڪئي سون. پوءِ بہ انهن مان هڪ ٽولو منهن ڦيرائي ٿو ۽ اهي ايماندار نہ آهن. [1] (٤٧) ۽ جڏهن کين الله جي ان جي رسول ڏانهن سڏجي ٿو تان تہ انهن جي درميان فيصلو ڪري ان وقت انهن مان هڪ ٽولو منهن موڙي ٿو.(٤٨)۽ جيڪڏهن انهن لاءِ حق |

| | |
|---|---|
| أَفِي قُلُوبِهِمْ مَرَضٌ أَمِ ارْتَابُوا أَمْ يَخَافُونَ أَنْ يَحِيفَ اللَّهُ عَلَيْهِمْ وَرَسُولُهُ بَلْ أُولَئِكَ هُمَ الظَّالِمُونَ (٥٠) إِنَّمَا كَانَ قَوْلَ الْمُؤْمِنِينَ إِذَا دُعُوا إِلَى اللَّهِ وَرَسُولِهِ لِيَحْكُمَ بَيْنَهُمْ أَنْ يَقُولُوا سَمِعْنَا وَأَطَعْنَا وَأُولَئِكَ هُمُ الْمُفْلِحُونَ (٥١) وَمَنْ يُطِعِ اللَّهَ وَرَسُولَهُ وَيَخْشَ اللَّهَ وَيَتَّقْهِ فَأُولَئِكَ هُمُ الْفَائِزُونَ (٥٢) النور | هجي تہ ان ڏانهن تابعدار ٿي ايندا. [٢] (٤٩) ڇا سندن دلين ۾ بيماري آهي، يا اهي شڪ ۾ آهن يا کين خوف آهي تہ الله تعالىٰ ۽ ان جي رسول سندن حق ماريندو؟ بلڪ اهي ظالم آهن. [٣] (٥٠) مؤمنن جو شان تہ اهو آهي تہ جڏهن کين الله ۽ ان جي رسول ڏانهن سڏجي ٿو جيئن انهن جي درميان فيصلو ڪري تہ چون ٿا تہ ٻڌو سون ۽ تابعداري ڪئي [٤] سون اهي ئي ڪاميابي ماڻڻ وارا آهن. (٥١)۽ جيڪو الله ۽ ان جي رسول جي تابعداري ڪندو ۽ ان کان ڊڄندو تہ پوءِ اهي ئي ڪامياب آهن. [٥] (٥٢) |

تشريح: (١) منافقن جو بيان هلي رهيو آهي جيڪي زبان سان اسلام ظاهر ڪندا هئا، دلين ۾ ڪفر ۽ دشمني رکندا هئا. يعني اهي صحيح اعتقاد کان محروم هئا. ان ڪري زباني دعوىٰ جي باوجود سندن ايمان جي نفي ڪئي وئي.

(٢) چاڪاڻ تہ انهن کي يقين هوندو آهي تہ نبي ﷺ جي عدالت مان جيڪو فيصلو ٿيندو ان ۾ ڪنهن سان رعايت يا ناانصافي نہ ٿيندي، تنهن ڪري منافق پاڻ ڪريمن وٽ فيصلي لاءِ نہ ايندا هئا. البتہ جيڪڏهن ڪين يقين هوندو هو تہ نبيرو اسان جي حق ۾ ٿيندو تہ پوءِ خوشي سان فيصلو آڻيندا هئا، اصل ۾ لفظ آهي "اذعان" يعني اعتبار ۽ تابعداري ڪرڻ.

(٣) جڏهن ان جي خلاف فيصلو ٿيڻ جو امڪان هجي تہ سندن منهن موڙڻ جو سبب بيان ڪيو وڃي ٿو تہ انهن جي دلين ۾ ڪفر ۽ نفاق جي بيماري آهي. يا انهن کي نبوت محمديءَ ۾ شڪ آهي يا اهو انديشو اٿن تہ الله ۽ ان جي رسول انهن سان نا انصافي ڪندو. جڏهن تہ الله ۽ان جو رسول طرفان ناانصافي جو امڪان بہ نہ هوندو آهي. بلڪ دراصل اهي پاڻ ظالم آهن. امام شوڪاني فرمائي ٿو تہ جڏهن نبيري ۽ فيصلي لاءِاهڙي حاڪم ۽ عالم ڏانهن سڏجي جيڪو انصاف پسند، قرآن حديث جو عالم ۽ پرهيزگار هجي تہ وڃڻ ضروري آهي. جيڪڏهن قاضيءَ کي قرآن ۽ سنت جو علم نہ هجي تہ ان وٽ فيصلي لاءِ وڃڻ لازمي نہ آهي.

(٤) ڪافرن ۽ منافقن جي مقابلي ۾ ايماندارن جي ڪردار ۽ عمل جو بيان آهي.

(٥) يعني ڪاميابي انهن لاءِ آهي جيڪي پنهنجي سيني معاملن ۾ الله ۽ رسول جي فيصلي کي خوش دليءَ سان قبول ڪن ۽ سندن فرمانبرداري ڪن تا ۽ خدا جو خوف رکن تا. نہ اهي ماڻهو جيڪي انهن صفتن ۽ گڻن کان محروم آهن.

## جيڪڏهن رسول جي اطاعت ڪندا تہ هدايت لهندا

| | |
|---|---|
| قُلْ أَطِيعُوا اللَّهَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ فَإِنْ تَوَلَّوْا فَإِنَّمَا عَلَيْهِ مَا حُمِّلَ وَعَلَيْكُمْ مَا حُمِّلْتُمْ وَإِنْ تُطِيعُوهُ تَهْتَدُوا وَمَا عَلَى الرَّسُولِ إِلَّا الْبَلَاغُ الْمُبِينُ (٥٤) النور | چئو تہ الله ۽ رسول ﷺ جي اطاعت ڪريو پوءِ جيڪڏهن منهن موڙين ٿا تہ ان تي رڳو اهو آهي جيڪي ان (بار) ڪنيو ۽ اوهان تي اهو آهي جيڪي توهان (بار) ڪنيو ۽ جيڪڏهن توهان ان (الله رسول ﷺ) جي اطاعت ڪندا تہ هدايت لهندا[١] ۽ رسول تي رڳو پڌرو پهچائڻ آهي.[٢] (٥٤) |

تشريح: (١) چاهي ڪو ان جي دعوت مڃي يا نہ مڃي. جيئن ٻئي هنڌ فرمايو ويو آهي:فانما عليک البراغ وعلينا الحس(الرعد) اي رسول! تنهنجو ڪم رڳو الله جو دين پهچائڻ آهي، حساب وٺڻ اسان جو ڪم آهي.

(٢) ڪن الله تعالىٰ جي هن وعدي کي اصحابن سڀورن يا خلفاءِ راشدين سان مخصوص ڪيو آهي. مگر انهيءَ تخصيص

يعني حڪم ڪي خاص ڪرڻ جو ڪو سبب نہ آهي. قرآن مجيد جا الفاظ عام آهن، ايمان ۽ نيڪ ڪم ڪرڻ جو شرط لازمي آهي.

وَأَقِيمُوا الصَّلَاةَ وَآتُوا الزَّكَاةَ وَأَطِيعُوا الرَّسُولَ لَعَلَّكُمْ تُرْحَمُونَ (٥٦) النور

نماز قائم ڪريو ۽ زڪوٰة ڏيو ۽ رسول جي اطاعت ڪريو من توهان تي رحم ڪيو وڃي. (٥٦)

تشريح: (١) مسلمانن کي تاڪيد آهي تہ الله جي رحمت ۽ مدد حاصل ڪرڻ جو طريقو اهو ئي آهي، جنهن تي هلي اصحابن سڀني ڪي اها رحمت ۽ ڪاميابي حاصل ٿي.

## بني ﷺ وٽ الله جا خزانا نہ آهن

| | |
|---|---|
| قُلْ لَا أَقُولُ لَكُمْ عِنْدِي خَزَائِنُ اللَّهِ وَلَا أَعْلَمُ الْغَيْبَ وَلَا أَقُولُ لَكُمْ إِنِّي مَلَكٌ إِنْ أَتَّبِعُ إِلَّا مَا يُوحَى إِلَيَّ قُلْ هَلْ يَسْتَوِي الْأَعْمَى وَالْبَصِيرُ أَفَلَا تَتَفَكَّرُونَ (٥٠) النعام | چؤ تہ توهان کي مان نٿو چوان تہ مون وٽ الله جا خزانا آهن ۽ نہ ئي آئون غيب ڄاڻان ٿو. نہ توهان کي چوان ٿو تہ مان فرشتو آهيان. آءُ تہ رڳو (الله جي ان حڪم جي) پيروي ڪريان ٿو[١] جيڪو مون ڏانهن وحي ڪيو وڃي ٿو. چؤ تہ انڌو ۽ ڏسندڙ برابر ٿي سگهن ٿا؟[٢] ڇا توهان سوچ کان ڪم نٿا وٺو؟(٥٠) |

تشريح: (١) مون وٽ الله جا خزانا نہ آهن (جنهن مان مراد هر طرح جي قدرت ۽ طاقت آهي) جو توهان کي ان جي اجازت

۽ حڪم کان سواءِ معجزو ڏيکاريان، جيئن توهان گهرو ٿا، جنهن کي ڏسي توهان کي منهنجي سچائي جو يقين ٿئي. مون وٽ ڳجهه جو علم به نه آهي جو ايندڙ زماني ۾ پيش ايندڙ حالتن کان توهان کي باخبر ڪريان. مون کي فرشتيءَ هجڻ جي دعوىٰ به نه آهي جو مون کان انهن ڳالهين ۽ ڪمن ظاهر ڪرڻ جو مطالبو ڪريو جيڪي انساني طاقت کان ٻاهر هجن. آءُ رڳو انهيءَ وحي جي پيروي ڪريان ٿو جيڪا مون ڏانهن نازل ٿئي. ۽ ان ۾ حديث به شامل آهي جيئن نبي ڪريم ﷺ مون کي قرآن سان گڏ ان جهڙو (ڪلام) به ڏنو ويو آهي، جنهن مان حديث رسول ﷺ مراد آهي.

(٢) اهو سوال انڪاري آهي، يعني انڌو ۽ ڏسندڙ گمراهه ۽ هدايت ياتل ۽ مؤمن ۽ ڪافر ٻئي برابر نٿا ٿي سگهن.

## جيڪڏهن الله تعالىٰ ڪن ۽ اکيون کسي ته پوءِ ڪو واپس وٺي نٿو سگهي

| | |
|---|---|
| قُلْ أَرَأَيْتُمْ إِنْ أَخَذَ اللَّهُ سَمْعَكُمْ وَأَبْصَارَكُمْ وَخَتَمَ عَلَى قُلُوبِكُمْ مَنْ إِلَهٌ غَيْرُ اللَّهِ يَأْتِيكُمْ بِهِ انْظُرْ كَيْفَ نُصَرِّفُ الْآيَاتِ ثُمَّ هُمْ | چئو ته جيڪڏهن الله توهان جي ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جي قوت ختم ڪري ۽ توهان جي دلين تي مهر هڻي ته الله کان سواءِ ٻيو ڪير معبود آهي جيڪو ان کي وري بحال ڪري. ڏس! اسين ڪئين نشانيون |

| | |
|---|---|
| يَصْدِفُونَ (٤٦) قُلْ أَرَأَيْتَكُمْ إِنْ أَتَاكُمْ عَذَابُ اللَّهِ بَغْتَةً أَوْ جَهْرَةً هَلْ يُهْلَكُ إِلَّا الْقَوْمُ الظَّالِمُونَ (٤٧) النعام | تفصيل سان بيان ڪريون ٿا، پوءِ بہ اهي منهن موڙين ٿا[١] (٤٦)چؤ تہ جيڪڏهن توهان تي الله جو عذاب اچانڪ يا علَي الاعلان اچي تہ ڇا ظالمن کان سواءِ ڪو ٻيو هلاڪ ٿيندو؟ [٢] (٤٧) |

تشريح: (١) اک، ڪن ۽ دل انسان جا نهايت اهم عضوا آهن. الله تعاليٰ فرمائي ٿو تہ جيڪڏهن گهري تہ انهن جو اهي خاص صلاحيتون کسي وٺي جيڪي منجهن الله رکيون آهن يعني ٻڌڻ، ڏسڻ ۽ سمجهڻ جي خاصيت! جيئن ڪافرن جا عضوا انهن صلاحيتن کان محروم هوندا آهن يا جيڪڏهن گهري تہ انهن عضون کي ائين ئي ختم ڪري ڇڏي. الله تعاليٰ ٻنهي ڳالهين تي وس وارو آهي. ان جي پڪڙ کان ڪو بچي نٿو سگهي. سواءِ ان جي تہ الله تعاليٰ پاڻ ڪنهن کي بچائڻ گهري. هنن آيتن کي جدا جدا نموني پيش ڪرڻ جو مطلب آهي ديجارڻ، خوشخبري ڏيڻ، رغبت ۽ رعب جي ذريعي سان انهن کي سڌي واٽ ڏيکارڻ.

(٢) "**بغتة**" (بيخبري) مان مراد آهي رات ۽ "**جهرة**" (خبرداري) مان مراد آهي. ڏينهن جيئن سوره يونس ۾ آهي تہ: بَيَاتًا أَوْ نَهَارًا (سوره يونس: ٥٠) يعني توهان تي ڏينهن جو عذاب اچي يا رات جو، يا بغتة اهو عذاب آهي جيڪو بغير وارننگ ۽ چتاءُ جي

اچي. ۽ جهرة اهو عذاب جيڪو خبردار ڪرڻ ۽ اڳوات ٻڌائڻ ڪان بعد اچي. اهو عذاب جيڪو قومن جي هلاڪت لاءِ ايندو آهي، انهن تي ايندو آهي جيڪي ظالم هوندا آهن يعني ڪفر، سرڪشي ۽ الله رسول جي نافرمانيءَ ۾ حد ڪان لنگهي ويندڙيون آهن.